ساهتيه اَڪادمي پُرسڪار حاصل پنجابي ڪهاڻي سنگره

# چوٿين دِشا

وريام سنگهہ سنڌوُ

هندي اَنواد

**ڦوُلچند مانوَ**

سِنڌي اَنواد

**ديوي ناگراڻي**

وريام سنگهہ سنڌوُ

چوٿين دِشا



وريام سنگهہ سنڌو

امرتسر ضلعي ۾ سندن جنم ١٥ سيپٽمبر، ١٩٤٥ع ۾ ٿيو. اُنهن جو موُل ليکن پنجابي ڀاشا ۾ ٿيو. دستاويز سنگرهہ : چوٿين کوٽ، لوهي دي هاٿ، انگہ - سنگ، سندن ۾ تل ڀُل رهي. ٢٠٠٠ع چوٿين ڪوُٽ لاءِ اُنهن کي ساهتيہ اڪادمي پرسڪار مليو. اُن کان اڳہ بہ اُنهن کي 'ساجان سنگهہ پرسڪار' ڪُلونت سنگهہ ورڪ پرسڪار، پنجاب ساهتيہ اڪادمي او اردو ۾ ڀاوَ وير سنگهہ پرسڪار کي نوازيو ويو.

ليلپوُر خالصا ڪاليج، جلندڙ مان سيوا نورم.

ديوي ناگراڻي (١٩٤١) هندي، سنڌي، انگريزي ۾ ليکن. شاعري ماحبوب وديا، ڪهاڻي، نبنڌ، ڪوتا جا ١٥ سنگرهہ، سنڌ ۽ هند جي ساهتيہ ڪارن جون ١٠٠ آکٽيون سنڌيءَ مان هندي انو اد (٨ سنگرهہ)، پرڌان منتري شري نريندر موديءَ جي ڪاويہ جو سنڌي انو اد (٢٠١٧) ديس پرديس جي انيڪ سنسٿائن مان سنمانت پرسڪار، راشٽرييہ سنڌي ڀاشا وڪاس پريشد پرسڪار - ٢٠٠٩ع.

وريام سنگهہ سنڌوُ

امرتسر ضلعي ۾ جنم جوگيندر ڪوُر سنڌو و ڪيدار سنگهہ سنڌو جي گهر ۾ ٿيو. لکن اُنهن کي ورهاست ۾ ڪين مليو. پر سندن پتا جي ساهتيہ روچيءَ جي عيوض هنن جو پنجابي ساهتيہ جي پتي ڪانون سان پرچيہ ٿيندو رهيو.

موُل ليکن پنجابيءَ ۾ رهيو ۽ ناميارن آکاڻين ۾ ممتاز ڪهاڻيڪار ماڃيو ويو. سنہ ٢٠٠٠ع ۾ چوٿين ڪوٽ جي لاءِ ساهتيہ اڪادمي او اردو سان سنمان پاتو. هن سنگرهہ ۾ پنج آکاڻيون آهن جن مان 'چوٿين دشا' ۽ 'مان بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهيان' ٢٠١٥ع ۾ فلمايون ويون.

هنن جي آکاڻين جو انو اد هندي، بنگالي، اُردو، انگريزي، سنڌيءَ ۾ ٿيو.

هڪ سنويدنشيل ساهتيڪار جي روُپ ۾ وقت انوسار، جيون جي هر سنگهرش کي، جدو جهد جي و اٿن تان پڌائي (لنگهائي) سمسيا ۽ سماڄن تي روشني وجهي پالڪن جي و اٽ روشن ڪئي. پريو ار ۾ پتني راجونت ڪوُر سنڌو ۽ ٽي ٻار رمنيڪ ڪوُر، روپيندر ڪوُر ۽ سُپان سنڌو آهن. ساهتيہ جي ان تويل سفر ۾ هو لايلپُر خالصا ڪاليج، جلندڙ جي سيوا ۾ نوڙت رهيا.



ساهتيہ اڪادمي



978-93-87989-44-3

Chauti Disha (Sindhi)

₹ 180/-



سر ورق جي آخرين صفحي تي سنگتراشيءَ جي ان چتر ۾ اِهو درشيہ ڏيکاريل آهي تہ ٽي جوتشي، ڀڳوان ٻڌ جي ماتا - مهاراڻي مايا جي لڏل سپني جو اَرٿ، راجا سڌوڌن کي سمجهائي رهيا آهن. ڪاتبُ هيٺيان ويٺل آهي ليکڪ، جيڪو اهو اَرٿ لکي رهيو آهي. ڀارت ۾ لکڻ جي ڪلا جو سڀ کان آڳاٽو چتر ليک شايد اِهو ئي آهي.

ذريعو : ناگارجن ڪونڊا، ٻين صدي عيسوي

(نئشنل ميوزم،نئي دهليءَ جي مهربانيءَ سان)

ساهتيه اَڪادمي پُرسڪار حاصل پنجابي ڪهاڻي سنگره

# چوٿين دِشا


وريام سنگهه سنڌوُ


هِندي اَنواد

ڦوُلچند مانوَ

سِنڌي اَنواد

ديوي ناگراڻي




ساهتيه اڪادمي

**Chothin Disha** (चोथीण दिशा):
Sindhi translation by Devi Nangrani of the Award winning collection of short stories in Punjabi *Chauthi Koot* by Waryam Singh Sandhu
Sahitya Akademi, New Delhi (2018), Rs. One Hundred Eighty


First Edition : 2018

**Published by**
SAHITYA AKADEMI

**Head Office**
Rabindra Bhavan, ☐5, Ferozeshah Road, New Delhi 110 001

**Sales Department**
Basement in 'Swati', Mandir Marg, New Delhi 110 001

**Regional Offices**
172, Mumbai Marathi Grantha Sangrahalaya Marg, Dadar (East), Mumbai 400 014
4, D.L. Khan Road, Kolkata 700 025
Central College Campus, Dr Ambedkar Veedhi, Bengaluru 560 001

**Chennai Office**
Guna, 44☐ Anna Salai, Teynampet, Chennai 600 018

**ISBN 978-93-87989-44-3**

**Price: ₹ 180/-**

E-mail : rs.rom@sahitya-akademi.gov.in
Website : http://www.sahitya-akademi.gov.in

Typeset & Cover design by Shobha Lalchandani, Mumbai, and
Printed by Impressions, Mumbai – 400016

ڪور تي چِپيل مورتي ڪلا جي روپ ۾ راجا شُدوڌن جي دربار جو اُهو درشيہ آهي ، جنهن ۾ ٽي پوشيہ واٽي ڪنڌڙ ، ڀڳوان ٻڌ جي ماءُ راڻي مايا جي سپني جي وياکيان ٿا ڪن جنهن کي هيٺ ويٺل دستاويز ليکڪ لپي ٻڌ ڪري رهيو آهي. ڀارت ۾ ليکن ڪلا جو هيءُ شايد سڀ کان پراچين ۽ چِتر - ليک اِهوئي آهي.

ناگارجن ڪونڊا، ٻين صدي

سؤجنيہ: راشٽريہ سنگرهاليہ، نئي دهلي

ليڪن ڪاريہ ڪان پهرين، جو انيءَ جي جن ڏينهن ۾ مان راڄنيتيءَ جي 'اُبتن - سُبتن' ڪمن ۾ پيئي خطرو پالي رهيو هوس، تہ منهنجي پِتا، منهنجي ماءُ کي سمجهائيندي چيو هو، ''توُن چنتا نہ ڪر، منهنجو پُٽ درياه آهي ۽ هوُ اڳتي ۽ اڳتي وڌندو ويندو...''

اِهو چوڻ جي ڪجهہ ڏينهن ڪان پوءِ هي سنسار ڇڏي هلي ويڇڻ و اري پنهنجي پِتا جي سپنن جي بر ابر تہ خبر ناهي، مان ٿي سگهيس يا نہ، پر اڄ هِن دستخط جي شايع ٿيڻ تي مونکي پتا صاحب ۽ اُنهن جا لَفظ ياد اچي رهيا آهن....

# فهرست

# چوٿين دِشا

جيئن ئي پريان اولهه ۾ سِج وڻن ۾ هيٺ، وري اَجان هيٺ لهڻ لڳو، منهنجي دل به هُن سان گڏ ٻڏڻ لڳي. مان ڪڏهن واچ ڏانهن، ڪڏهن بس جي رفتار ۽ بس ڊرائيوَر ڏانهن، ته ڪڏهن ٻاهر پکڙيل اونده ڏانهن ڏسي رهيو هوس. ساڄي پاسي واري سيٽ تي ويٺل جُگل ڪِشور ڏانهن ڏسي هُن جي چهري تي ڊپ ۽ چنتا جا نشان ڳولهڻ لڳس. هُن مُرڪي ڏنو هو.

”هي ڊرائيوَر تمام عجيب اِنسان آهي.... اڳيان ڪجهه به اچي، بس کي يڪدم ڊيرو ڪري وٺندو آهي... جڻ چوندو هجي، مهاراج پهرين توهان گ اڏي ڪڍي وٺو! چئو ته هڪ پاسي ڪري بيهاري ٿو ڇڏيان. هوُن... ٻڪريءَ جو اؤلاد.“

هُن بيدليءَ سان مٿو لوڏيو.

هُن جي ڳالهه جو جواب ڏيڻ بدران مان بس ۾ سوار پڳڙيءَ واريون ۽ اُگ هاڙي مٿي وارين سوارين کي ڳڻڻ لڳس. ڳڻپ ۾ پڳڙيءَ واريون سواريون به وڌيڪ هيون. مان پريشان ٿي ويس. لڳو، جڻ تڪڙ ۽ ڳُڻ ۾ غلط نتيجو نڪتو هو. مون هڪ ڀيرو وري ڳڻپ ڪئي. هاڻ ٻنهي قسمن جون سواريون برابر هيون. مان جڻ هار ائيندي بچي ويس. راحت جو ساهه کڻي، پل جي لاءِ سيٽ تي پُٺي ٽڪائي، ڪيسي مان ننڍو ڦڻوتو ڪڍي، وارن کي لساڙڻ لڳس. وري ڦڻوتو ڪيسي ۾ رکندي ٻاهر شام جي ڌنڌ تي نظر کپائي ڇڏي. اونده ڏسندي ئي پل ڀر جي لاءِ ملول سُکه تي وري ڪارنهن پوتجي ويئي. سج لهڻ کان پوءِ بس ۾ سفر ته جڻ موت کي ساڻ وٺي هلڻ جهڙو هو.

۽ وري هِن دِشا ۾...!

گذريل ڏينهن ۾ دهليءَ ۾ رهندڙ منهنجي پِتَاتِ راڪيش پنهنجي خط ۾ لکيو هو، ”دل ته گهڻيئي ٿي ڪري ته شيلا جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيان، پر پائُوسچ ڪري مجبين ته پنجاب ۾ ايندي دپ لڳندو آهي ۽ وري اَمرتسر اچڻ ته ننڍپڻ ۾ نانيءَ کان ٻڌل ’چوٿين دِشا‘ واري آکاڻيءَ جي ياد ڏياريندو آهي. ياد آهي توکي، اَسان ٻنهي رجائيءَ ۾ ويني، هُن کان آکاڻي ٻڌي هئي. تڏهن مان چوٿين درجي ۾ پڙهندو هئس. اُن وقت ٿي مهنا تو وٽ اَمرتسر رهيو هوس. مونکي مُدي جو بخار ٿيڻ تي نانيءَ دربار صاحب ۾ مٿو ٽيڪائي آئي هئي ۽ مون سرووَر ۾ سنان ڪيو. دڪه پنجنيءَ جو پاٺ شام جو سُمهڻ وقت، ڏينهن جو اُٿڻ ويل... روئي ڪائيندي وقت هوءَ ’ڏن گروُر امداس، ڏن گروُر امداس...‘ ڪندي رهندي هئي. دل ته گهڻو ٿي ڪري اُن ديويءَ جو درشن ڪريان. نه ڄاڻ سال - ڇهه مهنا آهن يا نه...! پر پائي دپ جي ڪارڻ اچڻ نٿو ٿئي، بهانو ڪوئي به نه آهي. پنج سؤ جو درافٽ موڪلي رهيو آهيان. پيڻ کي منهنجي پاران ڪجهه وٺي ڏجانءِ. ماما ۽ ماميءَ کان منهنجي پاران معافي وٺجانئن. ڪو ڪيترو به وڏو ڇو نه ٿي وڃي، ناناڻن جو موهه ته رهندو ئي آهي....“

پر، منهنجي دماغ ۾ ننڍپڻ ۾ داديءَ کان ٻڌل راجڪمار واري آکاڻي ڳ همڻ لڳي، جنهن ۾ چيو ويو هو ته ٽن دِشائن ۾ ته هوُ جنهن وقت ۽ جيئن چاهي وڃي ٿو سگهي، پر چوٿين دِشا ۾ نٿو وڃي سگهي. راجڪمار جي اَندر حِرس جاڳيو ۽ هُن جي بهادري هُن کي چوٿين دِشا پاسي وٺي ئي ويئي. هوُ سيني خطرن سان اڪيلو سنگهرش ڪري نه فقط واپس آيو، پر پاڻ سان بيشقيمتي خزانو به کڻي آيو هو.

ڇوڻ لاءِ تہ منهنجو نالو بہ راجڪمار آهي، پر مان پريُن جي آڪاٽيءَ وارو راجڪمار ناهيان. مان تہ اَمرتسر ضلع جي سرحدي ڳوٺ جي هاءِ اِسڪول جو ڪلرڪ آهيان، جنهن جي من ۾ ايڏي اُڪير آهي جو بس جلد کان جلد جلنڌر پهچون. گهٽ ۾ گهٽ اُن آخرين گاڏيءَ کان پهرين، جا جلنڌر کان اَمرتسر لاءِ هلندي آهي. ۽ بهادري، دليري...!

هونءَ بہ جن ڳوٺن ۾ مان ڊيوٽي ڏيندو آهيان، اُتي ڊيوٽي ڏيڻ اَسان جهڙن ماڻهن جي لاءِ بهادريءَ کان گهٽ ناهي ۽ وري بهادري بہ ڪهڙي... جڏهن خبر نہ هجي، ڪڏهن ڪير توهانجي ساڄي کاٻي ڪِٿان گولي ماري ڇڏي. توهانکي دشمن جو، ان جي حملي ڪرڻ جي قابليت جو ۽ وقت جو ڪو اَندازو ئي نہ هجي.

منهنجي مٿي تي بس جي روشني پيئي. بس تي لکيل سِٽون اُڀري آيون - ”سواري پنهنجي سامان جي خود ذميوار آهي.“

سِٽوُن پڙهي مون جُڳل ڏانهن ڏسي مُرڪيو ۽ هُن پنهنجي پاران جوڙ ڪيو - ”سواري پنهنجي جان ۽ اِسباب جي خود ذميوار آهي.“

جُڳل کِلي ڏنو. هُن بس ۾ لکيل هڪ ٻي سِٽ ڏانهن اِشارو ڪيو ”مٿو ۽ ٻانهن جو پاسو ٻاهر نہ ڪڍو...!“ اَسين اَندر ئي ٿا اَچي وڃون.

ٻي سِٽ جو پويون حصو پنهنجي پاران جوڙي اَسان کلڻ جي ڪوشش ڪئي. اَسانجي کِل مان خوف ظاهر ٿي رهيو هو. چنڊيگڙه مان ڊي.پي.اي. (Department of Public Enterprises) جي دفتر مان جُڳل جو ڪم نبيري اَسين بس اَڏي تي پهتاسين. پنج مِنٽ پهرين اَمرتسر وڃڻ واري بس نڪري چُڪي هئي. آخرين بس نڪرڻ کان پوءِ اڻڄاڻ شهر ۾ ڪو نڪاڻو نہ هئڻ جي حالت ۾ اَسان جهڙن ماڻهن جي لاءِ مُشڪل ٿي ويندي

آهي. خاص ڪري موجوده وقت ۾، جڏهن رهڻ ڪان وڌيڪ جان بچائڻ جو مسئلو سامهون اچي بِهي.

رات جو اَمرتسر پهچڻ ضروري هو. اَڄ گهر واپس اچڻ جو نِشچيه ڪري هليا هئاسين. سموري رات گهر نه پهچڻ جو مطلب ٽيو ٻنهي پاسن ڪان گهروارن کي سڄي رات ڏپ ۽ چنتا جي سوُليءَ تي جهوليندي گذارڻو هو. دکه سُکه جي خاص موقعن ڪانسواءِ مان هاڻ ڪڏهن به رات جو ٻاهر نه رهندو آهيان. سِڄ لهندي ئي سڀ گهر جي ڪُنبدي لڳائي ويهي رهندا آهن. هڪ ٻي ڳالهه به هئي. منهنجي همڪار ماستر هرچرڻ جي ڌيءَ جي شادي هئي. هرچرڻ ڀلارو ماڻهو هو. منهنجي ڀيڻ شيلا جي شاديءَ تي هُن ڏهه هزار رپيا اُڌار ڏنا هئا، جي مونکي واپس ڪرڻا هئا. هونءَ به اَسين هُن ڪان تيل ڪڍائڻ لاءِ، باسمتي چانوَر، ڳُڙ، ڪمند ضرورت مطابق ڪٽي ايندا هئاسين. اَسان ڪڏهن به هُن سان ٽالپُرن وارو وهنوار نه ڪيو، نه ڏيکاريو. ’اِي-بار‘ جو ڪوئي ڪيس هجي، يا وري ڊي.اِي.او. جي دفتر جو ڪوئي ڪم، پنهنجو پاڻ ڪرائي ڏيندا آهن، بنا پئسن جي. هاڻ صبح جو پهچڻ جي حالت ۾ هوُچوي ها - اَڙي هي ڇا! منهنجو پنهنجو مَنُ نٿو مڃي ته ڌيءَ جي ڪارج تي نه پهچان. هونءَ به رات هوٽل ۾ رهڻ جي اَسان جهڙن ماڻهن جي حيثيت ڪٿي هئي!

”راجوُڏسي وٺ. اُهي به ڏينهن هئا، جڏهن ڪم ڪان واندا ٿي هلڪو پيگه چاڙهي،چنديگڙه ۾ فلم ڏسي، اَمرتسر پهچي ويندا هئاسين. گهڙيءَ پل جي ننڊ ڪان پوءِ وري ٻئي ڏينهن ڊيوٽيءَ جي لاءِ تيار رهندا هئاسين.“

مونکي لڳو - اُهو پنجاب ته هاڻ گذريل وقت جي آڪاڻي بڻجي چڪو هو. هڪ سپني وانگر، گهڻو پري... گهڻو پنيان...!

خبر پيئي ته جلنڌر ڏانهن آخرين بس هينئر وڃڻي هئي. اُن جي ذريعي

جلنڌر اِسٽيشن پهچي اَمرتسر واري آخرين ريل گاڏي ملي سگهي ٿي. سڄو رستو منهنجو من بس جي رفتار کان وڌيڪ ئي تيز ڊُڪي رهيو هو. مون گهڙيءَ گهڙيءَ واچ ۾ ٽائيم پئي ڏٺو. دل ئي دل ۾ ڪرڻ، روپڙ، نوان شهر، بنگا ۽ ڦگواڙا جو فاصلو طئہ ڪرڻ جو حساب لڳائيندو رهيس. هر دفعي مونکي پنهنجي ۽ گاڏيءَ جي وچ جي دوُري وڌيل نظر آئي. من ۾ گهبراهٽ هئي، جي جلنڌر وقت تي نہ پهچي سگهياسين تہ...؟

من جي ٻي ڪنڊ مان ڪنهن چيو - جلنڌر سُکہ سان پهچڻ جي سوچ! ور ور لڳي رهيو هو تہ هينئر ڪوئي اچي ڪري ڊرائيوَر جي ڪن پٺيان پستوُل جي نلي رکندو، ۽ ڪنهن ڳوٺ جي لنڪ روڊ ڏانهن گاڏيءَ کي موڙڻ جو آديش ڏيندو ۽ ٻئين پل ۾ منهنجي پٺيان ويٺل سردار اچ شام جو اسڪور شروع ڪرڻ لاءِ مون سان ئي پنهنجو کاتو کوليندو.

جُگل وري گذريل ڏينهن جو روئٽو کٽي وينو. ”ڏسي وٺ - اُهي بہ ڏينهن هئا جڏهن آخرين بس جي هلي وڃڻ تي ماڻهون جتي بہ وڻين، ٻانهن کي وهاڻو ڪري رات ڪاٽيندا هئا. هي اُنهن چا ڪري ڇڏيو آهي؟“

مون بہ هُن جي ها ۾ ها مِلائي. اوچتو منهنجي ذهن ۾ هُن جا آخرين اَلفاظ اَٽڪي پيا... ”هي اُنهن چا ڪري ڇڏيو آهي؟“ مون پاڻ کان پڇيو - ڪير آهين هي، جن هي سڀ ڪري ڇڏيو؟ منهنجي من کان پهرين ئي منهنجي اِسڪول جي اَمرتڏاري ڊي.پي.اِي. چيو - ”برهمڻ... ٻيو ڪير!“ هوُهِندو نہ چوندو، پر گهڻو زور ڏيئي ڪري ’برهمڻ‘ ئي چوندو. - ”لُٽيري قوُم، چور... ڪوُڙي ۽ بي ايمان.. هي وشواس جي قابل ناهن!“ پهرين چوندا هئا اَسان سان گڏ ئي رهو. توهان کي هڪ علائقو ڏيندا اسين رهڻ لاءِ، آزاديءَ جو آنند وٺڻ لاءِ... پر آزاد ٿيڻ تي چوڻ لڳا - ”توهان اَپراڌي قسم جا ماڻهو آهيو. آزاديءَ کي سگهہ ڏني تہ ٻرندڙ ٽائرن جا هار ڳچيءَ ۾ وجهي،

هڪ پاسي ناهه ڪندا آهن ۽ وري نٽائي ويندا آهن . جي سنگهه ڪڙڪا - دڙڪا ڪندا آهن ته سمورو هندوستان مٿي تي کڻي وٺندا آهن.‘‘

سچي ڳالهه آهي ته اَسين ته اڳيان ڪجهه چوندا ئي ناهيون. ڪير ڪجهه به چوي - اُنهيءَ جي ’ها ۾ ها‘ ملائيندا آهيون. اَندر ۾ غصو ايندو آهي جڏهن ڪوئي سڄي قؤم کي بي ايمان چوندو آهي. پر ٻيو ڪوئي آفيس جو **Staff Member** ته نه چوندو آهي. سڀ اُن ڳالهه کي ٽاريندا هئا. ڪير ورود ڪري پنهنجي موت کي دعوت ڏي؟ هاڻ ته اَسانجي اِسڪول مان پڙهي نڪتل هڪ ڇوڪرو به هُن پاسي هليو ويو آهي. اَڃا چار مهنا به نه گذريا ته اَسانجي اِسڪول سان لڳولڳ ڳوٺ جي هاءِ اِسڪول ۾ خوفناڪ دبدٻي سان آيا هئا ۽ ڪِنَ پل ۾ ٽن ماسترن کي گولين سان ڏينهن ڏٺي جو پڄي نڪتا.

جهٽڪي سان بس جلنڌر ڪئنٽ تي بيٺي. اَسان سوچيو هِتان گاڏي پڪڙڻ ۾ وقت جي بچت ۽ سولائي رهندي. اِسٽيشن جي ڏاڪڻين تي بيٺل ماڻهوءَ مان پتو پيو ته گاڏي رواني ٿي چڪي آهي. اُنهيءَ چيو، ’’ٿري وهيلر ۾ هِمٿ ڪري وڃو. جلنڌر ۾ گاڏي مِلي ويندي. اڃان هاڻ نڪتي آهي...‘‘ بس ڊرائيوَر کي پٽيندي تڪڙيون وِڪون کڻي ٿري وهيلر ڪيو. جلنڌر پهچڻ تي ڄاتو ته گاڏي اُتان به ڇُٽي ويئي. مون نراسا سان پنهنجو مٿو کڻي ڪُٽيو.

جُگل جو سَهميل سوال اڳيئي منهنجي اَندر پالي جيان کُپيل هو، جنهن جو جواب ڳولهيندي مان اَندر تائين ٽُٽي چڪو هوس. هاڻ ته فقط اِهو ٿي ٿئي سگهيو ته آڪاڻين واريون جادوئي چاڪڙيون هجن، يا ڪو اُڙن کٽولو، جنهن سان اُڏامي ڪري اَمرتسر پهچي وڃون.

پليٽفارم تي ڪاٺ جي بئنچ تي ويٺي مون محسوس ڪيو ته

منهنجي آواز ۾ ڪجهه ڪِڇ هئي. جُڳل مونکي ڪجهه چوڻ جي بدران سرڪار جي باري ۾ گهٽ وڌ ڳالهائي رهيو هو، جنهن ڪري ٽيل وقت کان پوءِ بسن سان گڏ گاڏين جو هلڻ به بند ڪري ڇڏيو.

ڪجهه دير کان پوءِ لڌيانا مان آيل هڪ گاڏي پليٽفارم تي اچي بيٺي. مان آسائٽنو ٽي بينچ تان اُٿيس. مونکان اڳ ئي جُڳل هڪ مسافر کان پڇيو - ”هيءَ گاڏي اَمرتسر ويندي؟“ مسافر جواب ڏنو - ”نه جي! منهنجو خيال آهي ته هيءَ گاڏي فقط هيستائين ئي آهي.“ اَسانجي اَندر ۾ اُميد جي تيلي يڪدم ڦُس ڪري وسامي ويئي. سواريون سڀ وڃي چڪيون هيون. اَسين بي آس... اُداس ۽ گهبراهٽ ۾ اُتي ئي بيٺا رهياسين.

ڪجهه سُرڪشاڪرمي گاڏيءَ جي دٻن جي چڪاس ڪري رهيا هئا. جيئن ڪو غير سماجي تتو گاڏيءَ ۾ لڪل نه هجي. اُن ساڻ هوُ گاڏيءَ جون دريون دروازا بند ڪندا ٽي ويا. هڪ وڏڙو سردار هٿ ۾ سوٽڪيس کڻي اڳيان آيو ۽ چيائين ”اَمرتسر وڃڻو آهي پائوجي...!“ هوُ پهرين به اَسانکي گاڏيءَ جي پُڇا ڪندي ڏسي چڪو هو.

مون شڪ وچان هُن سردار کي مٿي کان پيرن تائين ڏٺو. پر ٻئي پل منهنجو شڪ مِٽجي ويو جڏهن هُن چيو ”مونکي به اَمرتسر وڃڻو آهي. گاڏي ڇُٽي ويئي، بس غلطي ٿي ويئي. هيءَ گاڏي هونءَ ته اَمرتسر ئي ويندي. هِتان کان اڳتي خالي ويندي آهي، سواري نه کڻندي آهي؛ اَچو ٿوري آزي نيزاري ڪري ڏسون، جي وڃي هلن ته...!“

هوُ ڪنهن ٻئي دِشا مان ايندڙ ڏارا وانگر اَسانجي من جي ڏار ۾ سهج ئي مِلي ويو. پل ۾ اَسانجي ساڳي ضرورت اَسانکي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪري ڇڏيو.

”ڪنهن ڪان پُڇون؟“ مون سوال ڪيو.

”جيڪي حفاظت وارا گارڊ هِن گاڏيءَ ۾ ساڻ ويندا آهن، اُنهن مان ڪنهن ڪان پڇي وٺون. شايد ڪنهن جي دل ۾ ديا اچي وڃي.“

سامهون دٻي جي ٻاهران پنجاب پوليس جو هڪ حولدار گاڏيءَ ۾ گهڙيل سپاهيءَ کي چئي رهيو هو - ”هِندي، گاڏين جي سيٽين هيٺان ساوڌانيءَ سان ڏسي وڃجانءِ.“

اَسان اُنهيءَ حولدار سان ڳالهائڻ بابت سوچيو. مان ۽ جُگل پُٺيان بيٺا رهياسين. سردار حولدار سان ڳالهائڻ لڳو. ڳالهائڻ لاءِ اُهو ئي ماڻهو ٺيڪ هو.

”صاحب بهادر، اَسين ٽيئي سواريون اَمرتسر وڃڻا آهيون. جيئن به ٿئي، اَسانجي مدد ڪريو. اَسانڪان جو به پڇندو توهانجي سيوا ڪنداسين.“

مونکي لڳو سردار جي سيوا واري ڳالهه بلڪل واجب هئي. اَسان حولدار جي منهن ڏانهن پئي نهاريو. ”او... نه پئي نه! اَسين پنجاب پوليس وارا نه هونءَ ئي بدنام آهيون، نه سواريون وٺي ويندا آهيون. ڪنهن ٻئي ڪان پڇو!“ ۽ هُن اَسان تي ڌيان ڏيڻ بدران ٻئي سپاهيءَ ڏانهن رُخ ڪيو. پڇڻ لڳس ”سڀ ٺيڪ ته آهي نه؟“

”بس هڪدم!... ’ايف. آءِ. ٽي.‘ فٽ آهي سڀ ڪجهه!“ هوُ ٻئي ڪلندا هڪ ٻئي سپاهيءَ ڏانهن هلندا رهيا. اَسان ٽيئي هڪ ٻئي جي منهن ڏي ڏسڻ لڳاسين. ”مان ڪوشش ٿو ڪريان.“ چوندي جُگل ريلوي پوليس جي هڪ ڪرمچاريءَ ڏانهن ويو. ٿوريءَ دير ۾ موٽيو. اَسانجي پڇڻ تي پاڻ ئي ڪلندي چيائين - ”سڀ حرامزادا آهن. ڪوئي پلئه ئي نٿو پڪڙڻ ڏي. هاڻ ته ٻچڙا ٿي ڦاٿا آهيون.“

اُهوئي حولدار اَسانجي پاسي ڪان گذريو. هِن ڀيري مون مِنٿ واري

لهجي ۾ چيو - ”سردار جي اَسانتي به ڪرپا ڪريو.“

”ڪرپا جي ڳالهه ٿا ڪريو پائوجي. گاڏي ڇا منهنجي پيءُ جي آهي؟“ هوُ ڏمرجي ويو. پر ٿورو اڳيان وڃي بيهي رهيو ۽ چيائين - ”گارڊ سان صلاح ڪري ڏسو.“

اَسين آس لڳائي گارڊ جي دٻي ڏانهن وڌياسين. هوُ دٻي جي ٻاهران ڪنهن سان ڳالهائي رهيو هو. اَسين ڪجهه پرتي رُڪجي وياسين. اُهو ماڻهو گارڊ سان پنهنجي ڳالهه پوري ڪري، اهڙو آثار ڏسڻ ۾ نه آيو. اِئين ڪيتري دير بينا رهندا اسين. اِئين نه ٿئي ته گاڏي ڇُٽڻ جو وقت ٿي وڃي ۽ ڳالهه به نه ٿي. ”پائوجي، توهان گارڊ سان ڳالهه ڪريو.“ سردار گارڊ جي ٻاهريون ڏيلُ ڏسي مونکي مِنت ڪرڻ لڳو. مون اڳيان وڌي هٻڪندي چيو - ”سر، وڏي مُصيبت ۾ ڦاسي ويا آهيون. چنڊيڳڙه مان اِهو سوچي نڪتا هئاسين ته جلنڌر مان گاڏي مِلي ويندي. پر گاڏي نڪري ويئي. اَسان کي اَمرتسر وڃي هلو... توهان جي وڏي مهرباني ٿيندي. مصيبت ۾ ماڻهوُئي ماڻهوءَ جي ڪم ايندو آهي. توهانجي دٻي ۾ بيهي ڪري هليا هلندا اسين.“

گارڊ ڏسڻ ۾ پلو ماڻهو نظر اچي رهيو هو. مان هُنجي مهربان چپن کُلڻ جو اِنتظار ڪري رهيو هوس.

”شريمان، ماحول ڏسو ڪهڙو آهي. فالتو ماڻهن کي وڃي وڃڻ، پنهنجي نوڪريءَ کي جوکم ۾ وجهڻ آهي. اِهوئي نه، پر پنهنجي جان خطري ۾ وجهڻ آهي... ڪير ڄاڻي ڪير ڪيئن آهي؟ بندي جو ڇا پروسو. ماحوَل نيڪ هجي ها ته گاڏي خالي ڇو کڻي وڃون ها. آخر سرڪار به ڪجهه سوچي ڪري گاڏيون بند ڪيون آهن. مان توهانجي تڪليف سمجهان ٿو. توهان سان مونکي همدردي آهي... پر مان ذميواري نٿو کڻي سگهان... ماحوَل کي ڏسندي... آءِ ايم . ساري!“ اُن سان گڏ بينل ماڻهوءَ سان هٿ

ملائيندي دٻي ۾ گهڙي ويو.

”مامو ماحول جو...“ جُگل ڪِليو. پوءِ وري اَسانجي گهِٽيءَ جي پنڊت رامچندر جي حوالي سان ڳالهه ڪرڻ لڳو جو چوندو رهندو هو - ”ماحول گهڻو خراب آهي اڄڪلهه... هِن ماحول ۾ ته سمجهه واري ماڻهوءَ جو جيئڻ مُشڪل ٿي ويو آهي. اُهو ماحول ئي نه رهيو آهي... جڏهن ماڻهو پاڻ ۾ اَنگر هڪ ٻئي جو ڪم ڪندا هئا، گلي لڳائيندا هئا، خوشيءَ جيئندا هئا... ليڊرن، ڪُرسين جي ڳالهه نيتائن، ماحول بگاڙي رکيو آهي. هر ڪوئي هڪ ٻئي جي خون جو پياسو ٿي ويو آهي. اڄڪلهه اُهو ماحول ئي نه رهيو آهي.“

ماڻهن پنڊت رامچندر جو نالو پنڊت ماحول رکي ڇڏيو. اُهي اڪثر هُن کي ڇيڙيندا هئا - ”پنڊت ماحول جي، هي ماحول ڪڏهن بدلجندو؟“ جُگل چوڻ لڳو ”هي ’گارڊ ماحول‘ ڪڏهن، ڪٿان ڪيئن اچي پيدا ٿيو؟“

اُنهيءَ حولدار گارڊ کي اِطلاع ڏني - ”او.ڪي. سر، ريڊي.“

”تنهنجا بندا ويهي رهيا؟“

”جي... جي..“ حولدار سلام جي اَنداز ۾ هٿ ڪنيو. گارڊ دريءَ تي بيهي ڪري سائي بتي لوڏائي. گاڏيءَ جي سيٽي وڳي ۽ جهٽڪي ساڻ هلڻ لڳي.

هاڻ ڪهڙو وسيلو هو... مون دريءَ ۾ هٿ وڌو. گارڊ اڳيان بيٺو هو. ”ڇا ٿا ڪريو پائوجي، پنيان ٿيو.“

مون وري مِنٿون ڪندي چيو ”سر پليز! توهانجا هِندو پائر آهيون. توهان نه مدد ڪندا ته اَسانجو ڪير سهائي ٿيندو. اَسان تي رحم ڪريو.“

لڳو منهنجن لفظن سان هُن جي وهنوار ۾ ڪجهه نرمي اچي ويئي. مون پير رکڻ جي جاءِ تي پير ڏريو ۽ اَندر اچي ويس. منهنجي پنيان آيل

جُنگل کي گارڊ ڇٽي رهيو هو - ”ڇا ٽا ڪريو، سمجهندا ڪريو.“

هاڻ گاڏي ڌيري ڌيري اڳيان هلڻ لڳي. سوٽڪيس وارو پيرِ سردار ڏبي سان گڏوگڏ ڊوڙي رهيو هو. مِنٿون ڪري رهيو هو. گارڊ ڪڙڪيءَ جي آڏو بيٺو هو. ”نہ نہ سردار جي.“

”رب جو واسطو، منهنجو يارُ گاڏيءَ کي وڏيڪ نہ لڳندو. تنهنجا ٻچا جيئن، گارڊ صاحب، پليز.“

پهرين تہ مان ڏپ کان ماٺ رهيس، تہ گارڊ ڪٽي اَسان کي بہ هيٺ نہ لاهي ڇڏي. پر پوءِ سردار جي پنهنجپائي ۽ قرب جو خيال آيو. ”ٻيو ڪوئي ناهي صاحب، پنهنجوئي ماڻهو آهي، اچڻ ڏيوس.“ اَندر اچڻ سان مونکي ڏبي ۾ گارڊ تي پنهنجي اڌڪار جو احساس ٿيو.

”گهڻي همدردي اَٿوَ تہ هيٺ لهي وڃو.“ گارڊ مونکي ڇڙٻيو. ايتري ۾ سردار هُن جي پر مان اَندر سُري آيو. گارڊ هاڻي بيوسيءَ ۾ ڇٽي رهيو هو ”حد ٿي ويئي يار... ڪمال آهي توهانجو. هي ڪو طريقو آهي.“ هوُ اَسان تي ناراضگي ظاهر ڪري رهيو هو. هِن ويل تائين گاڏي پليٽفارم ڇڏي چُڪي هئي.

”طريقو تہ اِهو آهي تہ ٻٽاري جهڙي ڪنهن اِسٽيشن تي گاڏي روڪي توهان جهڙن کي رستي تي لاهي ڇڏجي. پنهنجي تہ ڇڏيو توهان کي ڪنهن ٻئي جو خيال بہ ڪونهي. هڪ کي رستو ڏنو تہ ٽي اَندر گهِري آيا. لحاظ جو تہ ڪوئي زمانو ناهي. هلو ٿوڙو اڳيان، ڏسان ٿو توهانکي...“

گارڊ جي ڇيل لفظن ۾ تاڪيد هئي. مونکي لڳو ڄڻ هوُ بياس دريا تي گاڏي روڪي ڇڏيندو. اَسان کي ڏڪوڏيئي گاڏيءَ کان هيٺ لاهي ڇڏيندو. قدآور وڏن وڻن، جهنگہ بن ۾ جتي اُگروادي لڪيل هوندا آهن، اُتي لاهيندو

اَسانکي.

”او ڪير بہ ناهي... ڪير ناهي“ جُگل هُنجي گوڏن کي ڇُهي منٿ ڪئي.

”هوُن...“ غصي ۽ نفرت ساڻ هُن ڪنڌ جهٽڪيو. تڙ تڪڙ ۾ گهبرا اهٽ ۾ مون دٻي ۾ نظر گهمائي. پاتم تہ اَسان کان سواءِ اُتي چار ماڻهو اڳ ۾ ئي ويٺا هئا. ٻہ ڄڻا سامانُ رکڻ واري سيٽ تي ديرو ڄمائي ويٺا هئا ۽ ٻہ پاسي واري ڪاٺ جي پيٽيءَ تي ويٺا هئا. اُنهن مان ڪنهن بہ اَسان جي ڳالهہ ٻولهہ جي وچ ۾ نہ ڳالهايو. شايد هوُ اَسان جهڙا ئي هئا. اُنهن جي ماٺ چئي رهي هئي ”توکي پر اوَن جي ڇو پيئي آهي، پنهنجي نبير تون.“

صبح کان ئي جلدي جلدي، هڻ هڻ، ڊپ ۽ دهشت جي ماحول ۾ رهڻ جي ڪارڻ، منهنجو مٿو سُن ٿي ويو. مون دٻي ۾ سوار سڀني جي چهرن کي هڪ هڪ ڪري جاچڻ شروع ڪيو. سامان واريُن سيٽن تي ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺل هِندو بندا شايد ريلوي جا ڪرمچاري هئا. گارڊ سان اُنهن جي ڳالهہ ٻولهہ سان اِئين ظاهر ٿي رهيو هو. ڪاٺ جي پيٽيءَ تي ويٺل سِکہ هئا. هڪُ مُڇ وارو ۽ ڪڙٻڙ ڏاڙهيءَ وارو ڏٻرو - سنهو ڇوڪرو ۽ مٿي تي سيٽيل اُنابي (مَرون) رنگ جي پڳڙي هئي، ڪاليج وارن جهڙي سيٽيل. ٻيو هُن کان پنج ست سال وڏو ٿي ڏسڻ ۾ آيو. ٿوري ڀاري قد ڪانيءَ وارو. مٿي تي نيري پڳڙي ۽ گهاٽي کُليل ڏاڙهي. هوُ ٻنا ڳالهائڻ جي هڪ ٻئي سان لڳولڳہ ويٺا هئا.

مونکي اُنهن جي ماٺ ڳجهي لڳي. اهڙي ماٺ ۾ ويٺل ماڻهو چيِتي وانگر تاڪ لڳائي ويٺا هوندا آهن ۽ موقعو ملندي ئي جهٽ هٽي وارُ ڪندا آهن. ڏيان سان ڏسڻ تي مونکي وڏو نوجوان پنهنجي اِسڪول جي ڪڙوُس ڊي.پي.اِي. جهڙو لڳو. لڳو ٿي ڄڻ ڊي.پي.اِي. جي اَنداز ۾ ڳالهائڻ جو موقعو تلاش ڪري رهيو هو.

هوُ مونکي گُهوري رهيو هو. گهٽ ۾ گهٽ مونکي تہ اِئين لڳي رهيو هو.

”اچي ويئي گنگو برهمڻ جي اوّلاد قابوءَ ۾. اچ ٻچي ڏيکاريو ٻچو، ڪيڏا انهن ويندا. هر مندر جو واقعو سيني ۾ پيو هلي. اچ تائين شينهن سان وڙهي ڪنهن ڪونہ کٽيو آهي.“

هڪ پيرو تہ مان سمورو هيٺ ڪان مٿي تائين ڏڪي ويس، جڏهن هُن نوجوان وڏي آواز ۾ مونکي سڏ ڪيو ”پائو جي“. مون ٻارن وانگر پُڇڻ جي اَنداز ۾ مٿو لوڏايو. ”هِتي اچو منهنجي پاسي. لڳي ٿو ڏي ويهي ويندا سين. توهان ٻئي هِن ٽرنڪ تي ويهي رهو. هڪ ڏيڍ ڪلاڪ جو رستو سُنو گذري ويندو. بيني بيني ٿڪجي پوندا.“

هُن جي ڳالهہ ٻڌي مونکي لڳو تہ مان ڊپ جي ڪارڻ اَجايو نوڙيءَ کي نانگ سمجهي رهيو هوس. هُن نوجوان جي آواز جي پاٻوهہ سان مونکي پنهنجيءَ سوچ تي شرمندگيءَ جو احساس ٿيو. پر وري بہ منهنجي دل اُنجي پاسي وڃي ويهڻ منظور نہ ڪيو. مون پيرِ سردار کي اُنجي پاسي وڃڻ جو اِشارو ڪيو.

”جيئندا رهہ... جيئندا رهہ.... شاباس...“ سردار اُنهن سان گڏ ويهندي اُنابي پڳڙيءَ واري نوجوان جي پُٺي ٺپيريندي چيو.

مون جُگل کي ٽرنڪ تي ويهي رهڻ جو اِشارو ڪيو. جُگل گارڊ ڏانهن اِشارو ڪيو، جو ڏاڙهيءَ مان گهور اوندهہ ۾ گهوري رهيو هو. اَسانجي ويهندي ئي ڪرمچاري نوجوانن چيو - ”ڏسو، بار سان ٽرنڪ نہ پيچي چڏجو!“

هونءَ ٽرنڪ وزندار ۽ مظبوُطهُئي. هُن اَسان جي لاءِ گارڊ جورُخ ڏسي هُن کي خوش ڪرڻ چاهيو. گارڊ اَسانکي چِڙٻڻ جي اَنداز ۾ چيو - ”ٽوڙي ڇڏيو... ڪٿي ڪو پلو نہ ڪجو...“

ماستر جي ڇڙٻ سان هيسيل ٻار وانگر مان يڪدم اُٿي بيٺس.

”ويهي رهه... ويهي رهه هاڻ..“ هُن جڄڻ فيصلو ٻڌائيندي چيو. ڪنهن سيڪاريل پالتو جانوَر وانگر مان ويهي رهيس. مونکي پنهنجو وجود چاٻيءَ واري رانديڪي وانگر لڳو. دل دماغ خالي، خون مانس ڪان سواءِ ڪڙڪندڙ مشين جهڙو... بس.

اهڙيون دهشت ڀريون راتيون منهنجي زندگيءَ ۾ گهٽ آيون آهن. ڏئي وني هڪ رات جي ياد منهنجي دماغ ۾ تري آئي. ڏهه سال اڳ ساهُرن ۾ ساليءَ جي شاديءَ ۾ ٿيل واقعو. اُن ڏينهن مان هيڊ ماستر سان گڏ خزاني مان پگهار ڪڍائڻ ويو هوس. ماسترن ڪي پگهار ورهائيندي دير ٿي ويئي. مونکي به ته پگهار ڪپندي هئي. اُن ڪان سواءِ شادي ڪهڙي؟ شهر پهچي ڪري پنهنجي زال ۽ ٻار نيٽوءَ سان بس تي چڙهيس ته سيارن جي ڏينهن جا ساڍا پنج وڄي چڪا هئا، پر تڏهن ڏينهن اهڙا نه هئا.

بس اڏي تي لٿاسين ته سِج لهي چڪو هو. رامپور وڃڻ وارو رستو هڪ ٻئي ڳوٺ مان هڪ ميل ڪان پوءِ نڪرندو هو. هِن ڳوٺ مان ٢٥-٣٠ ايڪڙ اڳ ٻيان رامپور جي زمين مان گذرندي ڪچو رستو ڳوٺ جي چاڙهيءَ تي هو. هِتان شارٽ ڪٽ رستو ڏسي مون نيٽوءَ کي هنج ۾ ڪٽي ورتو، ۽ زال کي پنيان اچڻ لاءِ چئي ٻنيءَ جي بارٻر سان لڳولڳ هلڻ شروع ڪيو. ڪنار تي ترڪندي ترڪندي اَسين سِڌو نڪ جي سامهون هلندا رهياسين. زال مونتي ناراض ٿي رهي هئي جو مون هيتري دير ڪري ڇڏي. هُن جي ڳڇيءَ ۾ سون جا ڳهڻا هئا ۽ هونءَ به اَسانکي اهڙو جهڙو بندو مِلي وڃي ته خير ئي سمجهو. منهنجو اندازو هو ته سامهون ٻرندڙ بلب هُن پاسي جو هو، جتان رامپور جو ڪچو رستو نڪرندو آهي.

جڏهن مان بلب جي ويجهو پهتس ته پاتم اُتي اُهو مڪان هو ئي

کين، جنهنجي ٻاهر ٻه وڻ هئا ۽ جتان رامپر جو ڪچو رستو شروع ٿيندو هو. هي ته ٻنبي، ٽيوبويل جو پڪو ڪوٺو هو جنهن مان ڪجهه شرابيُن جي ڳالهه ٻولهه ٻڌڻ ۾ اچي رهي هئي. مند روشنيءَ ۾ سِليٽي رنگ جو دونهون ڦهلجي رهيو هو ۽ شراب جي تازي نڪتل ٻوءِ واتاورڻ ۾ پکڙجي رهي هئي. شرابين جو گهيراوَ مان نهٽو ۽ ساڻ گهر واري. اڻ وڻندڙ ويچار اچڻ لڳا. ڏڪٽي ورائي ويئي هئي.

اَسين رستو ڀلجي ويا هئاسين. مون زال کي ماٺ ۾ رهڻ جو اِشارو ڪيو. ڪجهه پرتي هڪ ٻيو بلب ٻري رهيو هو. شايد اُهو اَصلي رستو هُجي. مان ساڄي ڪاٻي اَنومان لڳائي سوچيو ته اِهوئي ڪاٻي هٿ جو بلب اُنهيءَ موڙ جو آهي. ٻنيءَ جي ڪِناري تي ڪِرندي تِرڪندي اَسين ڊِنل هيسيل جتي پهتاسين، اُتي به صحيح وات نه مِلي. اَسانجي خوف ڀري آواز سان هاڻي نيٽوُ به سڏڪا ڀرڻ لڳو. هي اَسين ڪهڙي وات چڙهي آياسين؟ ڪائيءَ ۾ ترڪڻ جي ڪري منهنجي زال جا پير ۽ سينڊل چِڪ سان ڀرجي ويا.

”اڄ مونکي وڃائي ئي ويندين.“ هُن روئڻ هارڪي آواز ۾ چيو.

”چري نه ٿيءُ. هِن گهر ۾ ڪتن کي آواز ڏيئي ته ڏسان... پالتو جانور آهن، ڪوئي پريوار رهندو هجي...!“

”نه... نه... ڏسجو متان...“ زال خبردار ڪندي چيو. هُنجو ڊپ صاف ظاهر هئو.

”ڪا ڳالهه ناهي... تون نيٽوءَ کي سنڀال. مان اڪيلو ڏسي ٿو اچان...“ مون ٻاهريان پڪاريو ته اَندران ڪُتن جي ڀؤنڪڻ جو آواز آيو. ساڻ ئي اَندران هڪ آواز آيو ”ڪير آهي ڀائي؟“ ٽيهن پنجٽيهن سالن جو نوجوان دروازي تي آيو.

”پائي ، اَصل ۾ اَسان کي رامپور وڃڻو آهي، پنڊت رامناٿ جي گھر. مان اُنهن جو ناٺي آهيان. پڪو رستو ڇڏي، ڪچو رستو پڪڙيوسين ۽ رستو ڀلجي وياسين.“

نؤجوان اڃان در تي ئي بيٺو هو.

”ڪير آهي سُرجيت؟“ اَندران زنانو آواز آيو.

نوجوان منهنجي باري ۾ ٻڌايو ته پنجاهه پنجونجاهه سالن جي زناني اڳڻ ۾ آئي.

”اڙي پٽ....!هُن کي اَندر وٺي آءُ... رامناٿ جو ناٺي، اَسانجو پنهنجو ناٺي آهي. اَسانجو ڳوٺ به رامپور آهي. زمين پريې هئڻ جي ڪري هِت اچي وسيا آهيون. تون وڏي ڇوڪري دُلاريءَ جو گھوٽ آهين ڇا؟“

”نه، ننڍي پاروَتيءَ جو، جا شهر ۾ وهانءُ ڪري ويئي آهي.“

”ته پوءِ اَندر اچُ. اري سُرجيت، تون رستو روڪي بيٺو آهين. اَندر اچڻ ڏين نه...!“

سُرجيت ڪلندي هڪ پاسي ٿي ويو.

ڪوبه خطرو نه سمجهي مون پاروَتي کي اڳيان اچڻ لاءِ چيو.

”ڏِسُ... پُٽ... تنهنجي چاچي جو گھر آهي ۽ تون ٻاهر بيٺي آهين چري.“ هُن اڳيان وڏي پاروَتيءَ جي مٿي تي هٿ گھمايو. اَسانکي کٽ تي ويهاري گرم پاڻيءَ سان چاچي ڪرتار ڪوُر، پاروَتيءَ جا ڇِڪ سان پيريل پير ڌوئاريا.

”بي وقت گھر مان نه نڪربو آهي. اڄا پيڻ جي وِهانءَ تي آئي آهين. ڏيئرون به چار ڏينهن پهرين ايندیون آهن. ڪم ڪار ڪرائڻ... پر تون شهر جي ٿي ويئي آهين. توکي هيترو وقت ڪٿي هوندو؟“

وري اَسانجي منع ڪندي بہ هُن پنهنجي نُنهن کي اَسانجي لاءِ خاص ڪيرُ ڳرم ڪرڻ لاءِ چيو. ڪيرُ پيئاري پنهنجي پُٽ سُرجيت کي اَسان ساڻ گڏ هلڻ لاءِ چئي ڪري، اِسرار واري اَنداز ۾ چيائين - ”پٽ مان چوان ٿي تہ اڄ هِتي رهي پئو. پر اڄ شاديءَ جي ميل ميلاپ جو ڏينهن آهي. توهانجي نہ پهچڻ تي مِشر جي چنتا ڪندو. وڃُ پٽ سُرجيت، ڳوٺ تائين پهچائي اچ هِنن کي.“

هِڪ هٿ ۾ لٺ ۽ ٻئي هٿ ۾ ٽارچ کڻي، هوُ اَسانجي اڳيان اچي بيٺو.

”ڏي پيڻ، پاڻيجو مونکي... اڄ ڙي شهري ٻبوٽا...“

هُن نيٽوءَ ڏانهن ٻانهون ڦهلايون. اڻسڃاتل ماڻهوءَ جي هٿ ۾ لٺ ڏسي نيٽوُ ڊپ وچان ماءُ جي ڪُلهي سان چنبڙي پيو.

”ڪائي ڳالهہ ناهي ياءُ جي.“ پاروَتيءَ چيو.

”اوءِ ڳندوُ... هيءَ لٺ توکي ڊيڄارڻ واسطي ٿوريئي آهي. هيءَ تہ...“سُرجيت ڳالهہ وچ ۾ اَڌوري ڇڏي ڏني.

سُرجيت ٽارچ ٻاري اَسانجي اڳيان ڪنار تي روشني ڪري رستو ڏيکارڻ لڳو. ڳوٺ جي چاڙهيءَ تي اَسانکي چاڙهي موٽي آيو.

............

ڪڙڪ... ڌڙڇ.... ڪڙڪ....

گاڏي وياس جي پُل مٿان لنگهي رهي هئي. هِن شور سوچ ۾ وري هلچل پئدا ڪئي.

”توهان گاڏيءَ ۾ زبردستي گهڙِي اچڻ واري ڳالهہ غلط ڪئي آهي.“ گارڊ وري مون ڏانهن مخاطب ٿي چيو.

”سر، معاف ڪري ڇڏيو... اَسانجي مجبوري هئي.“ هُن جي خشڪ وهنوار مان لڳو، هوُ ڪجهہ بہ ڪري ٿو سگهي.

”او، توکي پنهنجي مجبوُري ڏِسڻ آئي، ٻِئي ڪنهنجي مجبوُري ڏِسڻ نہ آئي. جي مان توکي وٺي ويندي پڪڙيو وڃان... منهنجي نوڪري تہ ويئي نہ؟ وري ڏينهن بہ ڪهڙا آهن؟ ماحوَل ڪهڙو آهي؟ ڪير ڄاڻي توهان مان ڪير ڇا آهي؟ ڪهڙو آهي؟ ۽ جي ڪُجهہ تني ٿڏي ٿي وڃي، مان ڪنهنجي اڳيان وڃي روئندس؟“

هُن جو ترڪ پنهنجي جڳهہ تي ٺيڪ هو. مون ٻي.پي.اِي. جي ڇهري واري نوجوان کي ڏٺو، هُجي نہ هُجي، اُهو ئي ماڻهو اهڙو جهڙو نڪري اچي تہ... مونکي اِئين هُن ڏانهن نهاريندو ڏسي گارڊ سمجهو تہ مان ڇڻ ڄاڻڻ ٿو چاهيان تہ گارڊ ٽِن سردارن جي لاءِ ڇو چُپ هو... هُن ترڪ کي برابر ڪرڻ جي خاطر چيو - ”هاڻ هِنن سردارن جي ڳالهہ ئي ڪجهہ اهڙي اچي نڪتي جو مان اِنڪار نہ ڪري سگهيس. هڪ اڌ بندو هجي تہ هلي...“ ۽ گارڊ چپ ٿي ويو.

تڏهن وڏي نوجوان چيو - ”وڏي مهرباني توهانجي. اَسين توهانجا ئي آهيون.“

ڪجهہ دير ٻي ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. گاڏيءَ جو آواز دماغ ۾ هٿوڙي جيان ڪٽڪي رهيو هو. مان اجان بہ اُلجهن ۾ پئجي ويس تہ آخر هِنن سردارن اهڙي ڪهڙي ڳالهہ گارڊ کي چئي هوندي؟

گارڊ ٻاهر ڏسي رهيو هو. وڏيري سردار سڏُ ڪري چيو - ”اَسانکي گارڊ صاحب جي ٿوري سيوا ڪرڻ کپي. گهٽ ۾ گهٽ پاڙي جي تہ...“

هُن ڪيسي مان ڏهين جو نوٽ ڪڍيو. مون ۽ جُگل بہ ٻہ ڏهين ڏهين جا نوٽ ڪڍي ڪري سردار کي ڏنا. ڪُليل ڏاڙهيءَ واري نوجوان ويهہ رپيا ڪڍي

سردار ڏانهن وڌايا. گارڊ هاڻ اَسانکي ڏسي رهيو هو. نوجوان کي نوٽ ڏيندو ڏسي چيائين - ”ٻئي رهڻ ڏيو. موٽائي ڏي ويهين جو نوٽ هِنن کي...“

سردار ٿيهه رپيا گارڊ کي ڏيڻ لاءِ اڳيان وڌيو ئي هو تہ گارڊ ٻنهي ڪرمچارين مان هڪ کي چيو : ”تون جهل هي پئسا!“

مُراريءَ ٿيهه رپيا پڪڙي ڪيسي ۾ وڌا. هُن جي ڪيسي ۾ پئسن جي پُڇڇڻ سان مان چنتا مُڪت ٿي ويس. اڪيون ٻوٽي ٻي اونو ٿيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳُس. پر شڪ جي چنگاري اڃان تائين اَندر ۾ وسامي نہ سگهي هئي. ڪٿي گارڊ ٻنهي کان ڏڪي تہ ڪونہ ٿو. پئسا بہ هِنن کي واپس ڪري ڇڏيائين. هِنن کي ڪجهہ چئي بہ نٿو...!

۽ مونکي لڳو تہ نوجوان جو چهرو ڊي.پي.اِي. جو چهرو ڄڻ هڪ جهڙو ٿيندو ٿي ويو. هِن جي چهري ڊپ ۾ کي گهيڙي ورتو. منهنجن ڪنن ۾ ڊي.پي.اِي. جا لفظ ٻُرڪيا. ”اَسان جو بول - بالو ٿيندو ڪڏهن نہ ڪڏهن.“

هرچرڻ ۽ ٻيا سِڪہ ماسٽر گهٽ ئي ڪنهنکي تِڪي ڳالهہ چوندا هئا. پاڻ ۾ جو ڪجهہ وٽين، هڪ ٻئي کي چوندا رهن. پر ميز تي عام ڳالهہ ڪندا هئا. پر ڊي.پي.اِي. وانگر کُليو کُلايو، سڀ گهٽ چوندا هئا. اُنهيءَ ڏينهن چئي رهيو هو ”هاڻ پوليس ڪُوڙن مقابلن ۾ نوجوانن کي ماري رهي آهي. مير منوءَ وانگر. پر پائي، جيئن جيئن منو ڪٽيندو آهي، سِر سوايا ٿيندا ويندا آهن. قانون ۽ عدالتون... ڪيڏانهن ويون... پوليس ئي وِڏان... پوليس ئي گ واهہ... پوليس ئي جج ۽ جلاد.... اِهوئي آهي هِتي جو لوڪ راڄ.“

اُن ڏينهن ڊي.پي.اِي. جي هيءَ ڳالهہ ٻولهہ واري حقيقت ٻڌي حسابن جي ماسٽر نريش مونکي الڳہ ڪندي چيو - ” هي تہ اِئين ئي ماريندا رهندا - پوليس، گواهہ ۽ جج. سيٺي کي ماريندا ٿا وڃن. عدالتون هِنن کي سزا ڏيڻ کان رهيون. رهي ڳالهہ اِنهن جي جنہ جئڪار جي... پنجاب ۾ ڪهڙي بہ پارٽي راڄ

ڪري... مکيہ منتري اِنهن جو ئي رهندو. راشٽرپتي اِنهن جو ئي ۽ مرڪزي وڏيون وڏيون مِنسٽريون اِنهن جون ئي. فوڄ ۾ ۽ پوليس ۾ وڏا افسر سڀ اِنهن جا. اِنهن جي ڳُٽپ ڏِسو ۽ عهدا ڏسو.''

هُن جي ڳالهہ کي ختم نہ ٿيندو ڏسي مون چيو - ''پائي هاڻ تہ ڏينهن رات اِنهن جي ئي جئجئڪار رهندي. ڪٿي هِن کي ماري ڇڏيو، ڪٿي هُنکي ماريو ويو. ڪٿي هيءَ نا ... نوُ...''

سامهون وينل ٻئي نوجوان ماٺ هئا. ننڍي تہ تمام سفر وچ ۾ شايد هڪ پيرو ئي ڳالهايو هو. اُنهن پاران خطرو بي بُنياد لڳڻ لڳو.

پر خطرو تہ جان تي اُن ويل ٻڻجي آيو، جڏهن مسانوالا اِسٽيشن جي گذرندي ئي گارڊ چيو: ''توهانکي اَسين اِسٽيشن تي نہ لاهي سگهنداسين. پهريون لهڻو پوندو. اِسٽيشن تي منهنجي توهانجي ٻنهي جي ڳالهہ ڳري ٿي سگهي ٿي. اهڙي حالت ۾ ڪوئي پڪڙي وٺندو.''

اَمرتسر جي سرائيءَ (باربر) ۾ گِهڙندي ئي گاڏي ڌيمي ٿيڻ شروع ٿي ويئي. جيئن ئي گاڏي جوڙي ڦاٽڪ کي پار ڪري گولڊن ايوينيوُ وٽ پهتي، اُنجي رفتار گهٽ ٿي ويئي.

''هلو پائي، هلو اُٿو پائوجي. لهڻ لاءِ هيءَ جڳهہ سڀ کان سُٺي آهي. اوندهہ بہ گهٽ آهي.''

جيتوڻيڪ هلڪي چانڊني بہ ڇٽيل هئي پر گارڊ سرچ لائيٽ ڦير ائي اَسانکي صاف جڳهہ ڏيکاري ۽ ٽپو ڏيڻ لاءِ چيو. ''جلدي ڪريو جلدي...''

دريءَ وٽ سيني کان اڳہ مان هئس. دريءَ جو ڏنڊو پڪڙي پائدان تي سنڀالي پير رکندي، اڳيان کان لهي پيس. ڏهہ پنڌرهن وال پنيان جُنگل بہ لهي پيو. ٿوري ٿوري فاصلي تي باقي ماڻهو بہ لهي پيا. اَسانکي اُنهن کي

ڏسڻ جي فرصت نہ هئي.

رات جو ريلوي لائين سان گڏوگڏ هلڻ گهٽ خطري جي ڳالهہ ناهي. اِئين ئي ڪوئي گردن دبوچي ڇڏين، جيئن ريلوي لائين ڪوٽي رهيا آهيو، جيئن تہ گاڏي پلٽائڻ لڳا آهيو. مون پنيان ايندڙ جُنگل ڪي چيو ”پٽڙيءَ تان لهي هُن پاسي آباديءَ واري پاسي هڪ هڪ ٿي وڃون.“

اَسين تيز رفتار سان، اڳيان هڪ پاسي هلياسين. سچي ڳالهہ تہ اِها آهي تہ منهنجي من ۾ اجان تائين سردارن جو ڊپ نڪتو ڪين هو. خبر ناهي ڪير آهن، ڳجهارا ، ڳُپ چُپ!

هلندي هلندي مون پنيان مڙي ڏنو. هوُبہ ئي گاڏيءَ مان لهي اَسان پاسي اچي رهيا هئا. پيرِ مرد سردار ڪٿي اڳيان لٿو هوندو. اُنهن ڪي پنهنجي پنيان ايندو ڏسي مون جُنگل ڪي تڪڙو هلڻ لاءِ چيو.

”مونکي تہ خطرناڪ ٿا ڏِسڻ ۾ اچن!“

هيل تائين پنيان اُنهن جي تيز قدمن جي آهٽ سان گڏوگڏ اُنهن جي ڳالهہ ٻولهہ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو. هڪ چئي رهيو هو - ”ڊُڪي ڪري ملي ٿا وٺون...“ منهنجي تہ سموري بدن ۾ پسينو ڇٽڻ لڳو. لڳو جڻ ٻئي ڊُڪندي اَسانجي ويجهو اچي پُهچندا. ايندڙ پل ٺا ... ٺا ... ڪنديون گوليون پُٺيءَ پار ڪري اَسانجي ڇاتيءَ مان نڪري ايندديون. مون پنيان ايندڙ آواز تي ڌيان ڏنو. ”نہ، نہ، آواز ٿا ڏيون“ وڏو نوجوان چئي رهيو هو.

اَسين ٻئي هيسيل بلڪل مانٺ ۾ هئاسين. اُنهن جي وڌيڪ تيز هلڻ ڪري اَسانجو فاصلو ڪافي گهٽ رهجي ويو هو. مون جُنگل ڪي ڊُڪڻ لاءِ چوڻ ٿي چاهيو تہ اُنهن جو آواز آيو - ”ڀائو جي!“ ڊپ کان منهنجا پير

ڇڻ بيهجي ويا.

”توهان نہ پڇي نڪتا پائوجي... اَسانکي ساڻ نہ کنيوَ...“ وڏو نوّجوان چئي رهيو هو. ”اَصل ۾ پائوجي منهنجي چاچي، هِن نِنڍي جي ماتا اڄ شام جو ٿين وڳي گذاري ويئي. مان هِن کي جلنڌر وٺڻ ويو هوس. بس ۾ ايندي ايندي دير ٿي ويئي. گارڊ ويچاري کي وينتي ڪئي تہ مڃي ويو.“

مونکي ڪا ڳالهہ سُجهي نہ رهي هئي. ڊپ کان مان اڃان تائين مُڪت نہ ٿيو هوس.

”اڇو، هلي اڇو...“ هُن چيو. هاڻ مان ڊپ ۾ جڪڙيل هوس. مونکي بيٺل ڏسي وڏي نوجوان چيو - ”اَصل ۾ اَسان ٻنهي کي ڊپُ ٿي رهيو هو تہ رستي ۾ ڪٿي سي. آر. پي. يا پوليس واري ڏسي ورتو تہ شڪل سان سِکُ ڏسندي ئي گولي ماري ڇڏيندا. اڄڪلهہ بندو مارڻ کان اڳہ ڪير ٿو پڇا ڳاڇا ڪري؟ گڏُ هلڻ سان جي ڪوئي مِلي بہ ويو تہ توهانجي صدقي اَسانجو بہ بچاءُ ٿي ويندو.“

هوُ ڳالهائي رهيو هو. منهنجي من تان ڇڪتاڻ جو، ۽ ڊپ جو ڌُنڌ ڇٽجي رهيو هو. نسُن ۾ جميل خون وري وهڻ لڳو هو. هاڻ مان چنتا مُڪت ٿي اُنهن جي اڳيان هلڻ لڳس. اُنهن کي بي فِڪر رهڻ لاءِ چيم.

مان اڳيان اڳيان هلي رهيو هوس. لڳو ٿي ڄڻ مان سُرجيت هوس ۽ منهنجي هٿ ۾ لٺ ۽ ٽارچ هئي ۽ مان، جنهنجو نالو ئي راڄڪمار هو، ڇوٿين دِشا ڏانهن سينو تاڻي وڃي رهيو هوس.



# اولڙا

منهنجي ٻچڙيءَ دادي اَمان کان کهڙو ٻار اڻو سوال پڇيو هو. ٻار اڻو ئي تہ هو سوال، ٻار کِل کِل ڪري کِلي پيا. سياڻا چپ ۽ گُم سُم ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

ٻيڊا ماءُ پيءُ منهنجي ننڍي ڀاءُ وٽ ٻاهر ٻنين ۾ ڪوٺي تي رهندا هئا. اَسان ٻئي ٻارن سميت ڳوٺواري مڪان ۾ ئي رهيل هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن اَمان، ڳوٺ ۾ اچي اَسان وٽ رهندي هئي. اُن وقت منهنجا ٻار ٽي.وي. جي اڳيان وِهڻ جي بجاءِ داديءَ جي گود ۾ ويهندا هئا ۽ اڪثر چوندا هئا - ''اَمان، اَسانکي ڊيڊيءَ جي ٻالپڻ جون ڳالهيون ٻڌايو.''

اَمان جي منهن مان ٻالپڻ جون ڳالهيون ٻڌي اُنهن کي گهڻو مزو ايندو هو. ٻارن کي اِهو ڄاڻي خوشي ٿيندي هئي تہ اُنهن جو پيءُ، جو وڏيون وڏيون هدايتون ڏيندو هو، پنهنجي ڏاهپ ڏيکاريندي، سُنا ٻار ٻڻجڻ جي لاءِ چوندو هو، ڪڏهن پاڻ بہ اَسان جهڙو ٻار هُئو. اُنهن وانگر دوستن سان راند ڪندو هُئو، روئندو هئو ۽ ننڍيون وڏيون شرارتون ڪندو رهندو هو.

ٻار سڀ ٻڌي، شرارتي اکين سان مون ڏانهن نهاري مُرڪي پوندا هئا. دادي اَمان جون ڳالهيون ٻارن جي لاءِ جادوءَ جي غفا جو ڪرامتي در کُلڻ برابر هيوُن.

''اَمان، ڊئڊيءَ جي ڪُڙيُون مهٽڻ واري ڳالهہ ٻڌايو.'' اَمان جڏهن منهنجي ٻارن کي منهنجيون ڳالهيون ٻڌائي رهي هوندي آهي، لڳندو آهي تہ دادي مونکي پنهنجيءَ گود ۾ کڻي چئي رهي هجي، ''پٽ.... هي ساڄي پاسي جيڪو گهر آهي نہ، جتي پر گٽ رهندا آهن، حُسين بخش جو هو. اڄ يان سموري گهِٽي تِن جي برادريءَ وارن جي هُئي. اَسان سان گهڻي پنهنجائي هُين. حُسين بخش جي زال فاطم ڀاڳن واري هئي، رب جو نالو

ونڻ واري.“

دادي مان کندي ماضيءَ ۾ گُم ٿي ويندي هئي. ”اَمان، اَڄان ٻَالهيون ٻڌايو.“ مان زور کندي چوندو هوس، تہ هوءَ اُپو ساهہ کڻي چوندي هئي - ”اُنهن جي ڏيئرن جو تو ۾ ساهہ هو. واري واري سان توکي هنج ۾ کڻي ڦرنديون هيون. توکي کارائڻ لاءِ پاڻ ۾ وڙهنديون هيون. وڏي ڇوڪري ريشما هڪ بالٽيءَ ۾ پاڻي ڀري، اُن ۾ توکي ويهاري ڇڏيندي هُئي. تون پاڻيءَ ۾ هٿ هلائيندو، تاڙيون وڄائيندو پاڻيءَ جا ڇنڊا اُڏائيندو، کلندو، کيڪاريندو هئين. هوءَ توکي هي سڀ کندو ڏسي تاڙيون وڄائيندي هئي؛ کلندي کلندي اونڌي ٿي پوندي هئي.“

”ڏس تہ اَمي، ڏس پاپو - پيپيءَ کي...!“

پوءِ توکي بالٽيءَ مان کڍي اڱڻ جي کچي فرش تي وِهاريندي هُئي. تنهنجي ماءُ گهٽو ئي منع کندي هئس ”نہ ڙي ريشما - مِٽيءَ ۾ گندو ٿي ويندو...! پر هوءَ توکي پٽ تي ويهاري خوب تاڙيون وڄائيندي هُئيءِ ٻائيندي هُئي - کُڙِيون مهٽيندا اسين... مينهن پوي گهر ويندا اسين.“ ۽ تون هُنجي چوڻ تي زور زور سان کُڙِيون مهٽڻ لڳندو هئين. کُڙِيون مهٽيندي ۽ پنهنجن ننڍن هٿن سان تاڙيون وڄائيندو هئين، کلندو رهندو هئين. پوءِ هوءَ توکي مِٽيءَ سوڌو کڻي گهر ويندي‌يون، اُتي توکي صاف سنان کرائي، تنهنجي اکين ۾ سُرموءِ مٿي تي کاروٽِکو لڳائي کڻي ايندي‌يون.

جڏهن بہ داديءَ جي اِنهن ڳالهين جي ياد ايندي آهي، منهنجي من ۾ عجيب قسم جو احساس ٿيڻ لڳندو هو. مان مٽي تي هٿ ڦيريندو هوس لڳندو هو اڄ بہ اُن کاري ٽِکي جو ڇُهاءُ اُتي موجود هو.

منهنجي ماءُ جي واتان هيءَ آکاڻي ٻڌندي ۽ کِلندي ٻار مونکي چوندا - ”کُڙِيون مهٽيندا اسين، مينهن پوي گهر ويندا اسين“، اَمان ٿڌو ساهہ ڀريو - ”ويچارِي کنهن بہ گهر ۾ نہ وڃِي سگهي.“

”اَمان ڪيڏانهن ويئي هوءَ؟“ نندڙي نينگر پڇيو.

اِها ڳالهه اَمان ڪيترا ئي ڀيرا ٻڌائي چڪي هئي. ٻار ٻه ڪيترائي ڀيرا ٻڌي چُڪا هئا. وري به خبر ناهي ڇو هُنن کي ور ور ٻڌڻ جو حرس رهندو هين. اَڄ اَمان تمام گهڻو اُداس هئي. مان ۽ منهنجي زال به اُداس هياسين. ٻار چپ چاپ هيسيل هئا. ڳوٺ جي بازار ۾ ڪالهه انڌاڌُنڌ گولي باريءَ ۾ اَسانجي ڪاٻي پاسي رهندڙ پاڙيسري منوهر ۽ اُنجو پيءُ ماريا ويا. ڪيترائي زخمي به ٿيا هئا.

اڄ جي اخبار ۾ انڌاڌُنڌ فائرنگ جي وڏن اکرن ۾ خبر ڇپي هئي. منوهر منهنجو ئي ساٿي هيو. مان ۽ پرڪٽ هڪ ٻئي جي گهر ايندا ويندا هئاسين. جڏهن ٻڪ لڳندي، جنهن گهر ۾ هوندا هئاسين، اُتان جو به ڪجهه ملندو هو کائي وٺندا هئاسين.

پنهنجي پُٽن جهڙي منوهر جي مرڻ جي خبر ٻڌي اَمان منهنجي نندي پاءُ سان گڏجي ٻنين تان ڳوٺ ۾ افسوس ڪرڻ ويندي، رات اَسان وٽ رهي پيئي هئي. صبح کان وٺي جو ڪجهه به ٿي گذريو، ٻڌي ٻڌي روئي ساڻي ٿي چُڪي هُئي. ٻارَهِنجي ڪٽ جي اڳيان پنيان ويني لڳاتار هُنجي اُداس چهري کي ڏسندا رهيا. ٻارن کي ڏسي مونکي لڳو، مان ۽ منوهر پنهنجي ڏاڏي هرنام ڪؤر جي هنج ۾ ويني اُنجون ڳالهيون ٻڌي رهيا هئاسين.

اَسانجي گهر لاهيءَ تان گذرندي ڪاٻي پاسي ڪُنڊ جي الماڙيءَ ۾ ڪُرپيون، ڪُهاڙا، ڪُريون ۽ ڪافي ڪيلِ ڪانٽا پيا هئا. اُنهيءَ ڪُنڊ ۾ ٻاسڻ جون ٻه ڳ وٽيون به هيون. وڏن وزندار پاين وارو پلنگ وڇايل هو. مان پرڪٽ ۽ منوهر ٻالپڻ ۾ لڪ ڇُپ راند ڪندي اِنهن ڳوٽين جي پٺيان لڪڻ لڳندا هئاسين ته دادي چوندي هئي- ”نه، نه پُٽ، هي ويچاري حُسين موچيءَ جو سامان آهي. اِن کي نه ڇيڙجو.“

دادي اَمان اُنهن ٻاسڻ جي سموري آکاڻي ٻڌائڻ شروع ڪرڻ لڳندي

هئي. ”جنهن ڏينهن اُنهن کي ٽئين پهر هلڻو هو، وچڻ کان اڳ باسڻ، اوزار ۽ پلنگ پنهنجي گهر رکي، حُسين بخش گهر جو تالو ۽ دڪان جون چاٻيون توهانجي پيءُ جي حوالي ڪيون.“

”وٺ سردار هيءَ اَمانت. هي رولا - گولا ٽورا ٽمجي وڃن ته واپس ايندا سين. تون چاٻيون سنڀالي رکج.“ هُن ٽڏو ساهه کڻندي چيو - ”موٽي آياسين ته نيڪ، نه ته الله ٻيلي! چڱو!“

”حُسين بخش، دل ننڍي نه ڪر. هيءَ چئن ڏينهن جو ڏُنڌ آهي... سڀ نيڪ ٿي ويندو. پنهنجو گهر ڪڏهن ڪنهن ڇڏيو آهي؟ توهان سيني ڪي هِتي ئي رهڻو آهي. هِتي ئي اَسان سان گڏ رهڻو آهي.“

جيئن ئي ياڪر پائي هوُ گهر ڏانهن ويو، توهانجي پيءُ جو ڪليجو ئي ڄڻ ڪڍي ڪٽي ويو. درُ ڪولي ٻنين ڏانهن گهمڻ نڪري ويو. دادي چوندي چوندي ماٺ ٿي ويئي. اُن کان پوءِ جي ڪهاڻي ته فلم جي بيٺل منظر وانگر اَسانجي اکين جي اڳيان ڄمي ويئي.

حُسين بخش کي وئي ڪجهه پل ئي گذريا ته بلبير سنگهه اَٽاريءَ وارو ۽ ٻچنا پنڇ پنهنجي ٽوليءَ سوڌو اچي پهتا.

”نِڪرُ او حُسينيا، ڪُتا، سوئر ڪائڻ وارا...“

حُسين بخش در جي ڏار مان ليئو پائي ڏٺو. اُگهاڙيون ڪرپانون ۽ چمڪندڙ برڇيون هٿن ۾ کڻي بيقابو حُجوم للڪار ڪري رهيو هو. ماڻهو تماشو ڏسڻ خاطر ڇتين تي چڙهيا هئا. ڪنهن جي همٿ نه ٿي جو اُن گ ردنيءَ کي روڪي.

”تو ٻڌو ڪين ڇا... پهرين ئي ٻيا سڀ پوئين رات نڪري ڀڄي ويا. تون اڃان تائين هِتي... تون ٻاهر ته اچ...“ بلبير للڪاريو. حُسين بخش پٺين ديوار ٽپي اَسانجي گهر اچي ويو. داديءَ ۽ اَمان اُن کي لوئي ۽ بِسترن جي ڍير هيٺان لڪائي ڇڏيو پر هُن جي ٻڌي پيءُ فضل الدين بلبير جي آواز

کي سجاڳي ورتو. گهروارن جي منع ڪرڻ جي باوَجود بہ هُن ڏڪندڙ هٿن سان پاڻ دروازو کوليو ۽ رنيندي چيو - ”وٺ مار اوءِ بلبيريا.... مار مونکي. پر تون مونکي ماري نہ سگهندين. چريا، تنهنجا هٿ مونتي اُٿندا...؟ چا تون پنهنجا هٿ مونتي کڻي سگهندين؟“ خبر ناهي هوءُ کهڙي وشواس ساڻ چوندو ويو.

”چو نہ ماري سگهندس توکي؟“ بلبير حيران ٿي بيهي رهيو. پر پنهنجي مردانگيءَ کي للڪاريندڙ سوال جو جواب پائڻ لاءِ هوڙُڪجي ويو. هُن اِشاري سان گرديءَ کي بہ روڪي ڇڏيو.

”اَڙي تون نٿو ماري سگهين مونکي. پڇ پنهنجي من کان. تنهنجو پيءُ ۽ مان ٻنڊي يار رهيا آهيون. مون توکي هنج ۾ کڻي کارايو آهي. هِنن هٿن سان توکي پنيءَ تي، ڪُلهن تي وهاري لوڏايو آهي توکي. تون منهنجي ڪُلهي تي ويهي پيشاب ڪري ڇڏيندو هئين، ٻچيءَ کان هيٺ تائين منهنجا ڪپڙا پُسي ويندا هئا، پر توکي لوڏڻ بند نہ ڪندو هئس..! اوئہ... تون مونکي مارينديں! همت اَٿئي تہ!“ چوندي هُن ٻڍي بلبير جي اڳيان ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

هن جي ٻچيءَ ۾ لٽڪيل انگوچوٽر تيءَ کي ڇُهي رهيو هو. هُن جي اُها تصوير گهڻو وقت منهنجي من تي چِٽيل رهندين. سدا جي لاءِ! آنندپور ۾ ٻچيءَ ۾ پلئہ پائي بيٺل ڪشميري پنڊتن جي شڪل منهنجي ڪلپنا ۾ فضل الدين جي اُن ڇهري سان رِلي مِلي ويئي. هُن اهڙي ئي وشواس ۾ ٻڏل اُهي لفظ چيا هئا جو بلبير سميت سڀ بُت بڻجي ويا. ڪوٺن تي بيٺل زالون ۽ ٻار هيٺ هِنسا جو ننگو ناچ ڏسي رهيا هئا. هٿن ۾ ننگا هٿيار کڻي بيٺل حجومُ پنهنجي ليڊر ڏانهن ۽ فضلودين جي جهڪيل گردن ڏانهن نِهاري رهيو هئو.

ڪنهن اُن جي ٻچيءَ ۾ پيل پلئہ چڪي ڪري پري اُڇلايو. پوءِ ماڻهن بلبير جي اُٿندڙ تلوار ڏني. بلبير سنگهہ بالپڻ ۾ فضل الدين جي هٿان کاڌو

ڪاٺڻ جو ماڻُ رکيو.

ڪو ريشما جي ٻانهن پڪڙي ڪري هُن کي ڇڪڻ لڳو. هُن ڇڪڻ وارن هٿن تي ڏند هڻي ڪڍيا. ٻانهون آزاد ڪرائي اُنهيءَ جي گردن تي ننهن کُپائي ڇڏيا. ايندڙ پل ۾ هُن زمين تي ڪُڙيون گسائيندي دم توڙي ڇڏيو هو.

حُسين بخش جي اَٺن نوَن سالن جي ڇوڪري کي، ڪٽ جي هيٺان ڇڪي ٻاهر ڪڍيائون، ته هوُ هٿ جوڙي روئي پيو - ”او سردارو، مونکي نه ماريو... مان توهان جي ڍورن کي چارو چرائيندس. مونکي ڇڏي ڏيو.“

ڇوڪرو هٿ جوڙي مِنٿون ڪري رهيو هو. ”اوءِ... رب جي واسطي هِن معصوم تي رحم ڪريو.“ گرديءَ کي چيريندي بابا سوهنسنگهه اڳيان وڌيو.

”اَسانجي دشميش پيءُ جا شهزادا به ته هيترا ئي هئا جڏهن هِنن...“

”دشميش پيءُ جي شهزادن جو بدلو اُنهن کان وٺي ڇڏيو.“ دادي ٻڌائيندي هئي ته سمورو ڳوٺ جڏهن هِنن بيگناهن جا لاش ڏسڻ لاءِ آيو ته ننڍي ڇوڪري جا هٿ جڙيل هئا، جڻ چئي رهيا هئا - ”ڇڏي ڏيو، مان توهانجي ڍورن کي چارو چرائيندس.“

تڏهن کان ڪيترن سالن کان پوءِ به اَسين بلبير ۽ ٻچنا پنهنجي کي ڏسندا هئاسين ته اَسانکي اُنهن کان ڊپ ٿيندو هو. اَسين اُنهن جي پير کان گوليءَ وانگر پچي نڪرندا هئاسين. اُنهن جي اکين سان اکيون مِلائڻ جي اَسانجي همت نه ٿيندي هئي. اَسين ڏيري ڏيري وڏا ٿيندا رهياسين. خون جي برسات ٿيڻ کان اڳ واري ڳوٺ جي اَسين ڪلپنا ڪندا هئاسين. ڪيئن سڀ ماڻهو محبت جا رِشتا نڀائيندا رهيا هوندا. اَسانکي اِهو سمجهه ۾ ئي نه ايندو هو ته ڪيئن وسيل وسايل اِنسانن کي شيطان سنگهي ويو هو. اَسانجي دل به چاهيندي هئي ته ڏسون مسلمان ڪهڙا ٿيندا آهن. ڇا هوُ اَسان جهڙا هوندا آهن يا ٻي طرح جا.

پاڪستان کان اُجڙي آيل جسوَنتسنگهه جو پريوار حُسين بخش جي گ

ھر ۾ اچي ٽڪيو ھو. اُنجو ڇوڪرو پرڳٽ اَسانجي عمر جو ھو. اَسانکي اُھو ٻڌائيندو رھندو ھو تہ مسلمان ظالم ٿيندا آھن. ٻاڙھين ٻاڙھين اکين وارا اڏٿا مُٿا شيطان. اُنھن ھِندو قافلي تي حملو ڪري پرڳٽ جي چاچي ۽ ڀاءُ کي ماري ڇڏيو ھو. اَسانجي اکين اڳيان پنھنجي داديءَ ۽ اَمان کان ٻڌل مسلمانن جا نئن - نقش، پرڳٽ جي ٻڌايل مسلمانن جي نقشن کان ڏيري ڏيري الڳہ ٿيڻ لڳا. شڪليون ڏنڊليون ٿيڻ لڳيون. اُن ڏنڊ مان ھِڪڙي آڪرتي اُڀرندي ھئي اَسانجي اکين جي سامھون گردن جھڪائي اُڀريل شڪل ڏنڊلي ٿيندي ويئي. اُن تي اُٿيل تلوار صاف چمڪڻ لڳي. سمجھہ ۾ ئي نہ ايندو ھو تہ جھڪيل گردن فضل الحق جي ھئي يا پرڳٽ جي چاچي جي، يا ھُن جي ڀاءُ جي. اَسانکي اُھا پنھنجي ئي جھڪيل گردن نظر ايندي ھئي،اَسانجي پنھنجي گردن شيطان جي اڳيان جھڪيل !

ٻالپڻ ۾ مان ڪيترا سال ننڊ ۾ ڊڄي ڪري رڙيون ڪري اُٿندو ھُيسُ. مونکي سپني ۾ پري پري تائين ٻاڙھي خون جو سمنڊ ڇوليون ماريندو ڏسڻ ايندو ھو. جنھن تي ڇپ ڇپ پير ڏڙ ڏڙ ڪري ھلندو چڻ بلبير سنگھہ لڳندو ھو. ھُن کي پاڻ ڏانھن ايندو ڏسي مان سپني ۾ رڙيون ڪري اُٿندو ھوس.

ھي بلبير منھنجي سپنن مان ڇو نٿو وڃي. ھُن کي ڏسندي ئي عجيب قسم جي ڏڪڻي سڄي بدن ۾ ٿيڻ لڳندي ھئي. جيءُ گھبرائڻ لڳندو ھو. وجود چڻ فريبي لڳندو ھو. گردن ۾ ھڪ خلش آزار پھچائيندي ھئي. ھڪ ڏينھن عجيب ڳالھہ ٿي.

مان اُڪير مان پنھنجي ڊورن جي سنپاليندڙ سان گڏ ٻنيُن ۾ ڊور چرائڻ لاءِ ھلي ويس. مُشڪل سان اٺن نوَن سالن جو رھيو ھوندو مينھن چارڻ وارو. ھڪ ڏينھن اڳہ مونکي ٻخار ٿيو ھو، سو اڄ اِسڪول ڪونہ ويس. موڪل ھئڻ جي ڪري گھر وارن جي روڪڻ جي باوَجود بہ مان بوُڙي مينھن جي پُٺيءَ تي سواريءَ جي لالچ ۾ ڊورن جي پٺيان ھليو ويس. گرميءَ جي ٽانداڻ ٻپھري

اَسان مينهين کي چرائي نالي جي پار چاڙهيءَ تي روڪي ڇڏيو. هڪ پاسي خود ليٽي پياسين. منهنجو بدن سور ڪري رهيو هو. مٿي ۾ سوُر هو؛ پتو نه پيو ڪڏهن اک لڳي ويئي. جڏهن پاليءَ (چرواهي) مونکي اُٿاريو، پر زور لڳائڻ تي به منهنجيون اکيون ڪونه پئي کُليون..

”توکي بخار چڙهي رهيو آهي...“ هُن منهنجي ٻانهن ڇڏيندي چيو. ”تون آرام سان هِتي رهُه. مان ذرا اڳيان وڃي ڍور چرائي اَچان.“

مان اکيون بند ڪري سُمهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. ننڊ نه آئي سو نه آئي. شرير ۾ هڏُ هڏُ ڄڻ اَندر ئي اَندر ڪڙهي رهيو هو. بيچئنيءَ سان چوڏاري ڏٺو. پالي ڍور وٺي ڇڱو پرتي نڪري ويو هو. سامهون تتل سج هو، هِتي تتل شرير. اکين ۾ تابش وڌي، چپن تي اُڃ، هلڻ جي طاقت ختم ٿي ويئي هئي.

مان گهر ڪيئن پهچندس. اَڌ ميل ته نهر جو پُل هو، ڏيڍ ميل جو اڳ ڀيان اڃان رستو هو.

”هاءِ امان...!“ چوندي مان روئڻ ۾ اچي چُتڪيس. اُتي ئي نِستو ٿي پئجي رهيس. نه ڄاڻ ڪيستائين اهڙي حالت ۾ پيو هُيس. اُنهيءَ ويل ڪنهن منهنجي مٿي تي هٿ رکيو. مون آهستي آهستي اکيون کوليون. بلبير سنگهه جو چهرو منهنجي مٿان جهڪيل هو، مون ڊپ کان اُٿڻ چاهيو، ڪجهه چوڻ چاهيو، پر منهنجي زبان تارونءَ تي وڃي لڳي. ”بلي... بلي...“ هُن منهنجي مٿي تي هٿ رکي هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. مان ڇهري سان هُن جي من جو ڀاوَ پڙهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. هُن جي هر حرڪت کي جانچي رهيو هوس. هڪ هٿ ۾ ڳاهُه ڪٽڻ جي کُهاڙي، ٻئي هٿ ۾ نوڙي هئس. مونکي لڳي رهيو هو ته هوُ منهنجا هٿ پير نوڙيءَ سان ٻڌي، پيٽ ۾ کُهاڙي کُپائي ڇڏيندو.

منهنجون ڊِنل سهميل اکيون هُنجي اکين سان مِليون. اُتي گهري خال جهڙو پرڀاوَ هو. پيشانيءَ تي گُنجُ ۽ سنهنيُن مُڇين ۾ دٻيل چپ. دهشت

پٽو هِن جي ڇهري تي ڏسڻ جي اُميد هئي، اُن جي تہ پرڇائي بہ ڪٿي ڏسڻ ۾ نہ آئي. هُن جو ڇهرو خشڪ ۽ پيار ۽ سنيهہ جي ڀاوَ کان خالي هو. ٻپ جي ڪارڻ منهنجون ٻئي اکيون بند ٿي ويون.

چلپ... چلپ... هُن جا پير خوني ڏراتل کي لتاڙي رهيا هئا.

”اُٿي بيهہ...“ هُن سخت آواز ۾ حُڪم ڏنو. مان ٻپ وچان اُٿي بيٺس. چيلهہ تائين منهنجي سامهون جهڪي چيائين ”چڙهہ منهنجي ڪُلهي تي“.

مون ڪنهن سيڪاريل پالتوءَ وانگر هُن جو چوڻ مڃي ورتو. ڳچيءَ جي ٻنهي پاسي ٽنگون لٽڪائي مان هُن جي ڪُلهي تي ويهي رهيس. هوُ ڏيري ڏيري نهر جي پاڻيءَ ۾ لهڻ لڳو، جتي مير انجهڙو پاڻي وهي رهيو هو. جڏهن بہ برساتن ۾ اهڙو پاڻي وهندو، پر گت چوندو هيو - ”هِن ۾ خون آهي“...

۽ مير انجهڙي پاڻيءَ ۾ مونکي لڳندو هو ڄڻ ڪنهن جي ڳچيءَ تي چلڪندڙ تلوار ڪنيل هجي. انهيءَ ڪري پاڻيءَ جو رنگ اهڙو ٿي ويو آهي. جڏهن بہ اهڙو پاڻي ايندو هو، اسين نهر ۾ اسنان نہ ڪندا هئاسين.

چلپ... چلپ... بلبير سنگهہ وهندڙ پاڻي، يا خون جي ٿُهن مان گ ذري رهيو هو. منهنجي پيرن کي پُسڻ کان بچائڻ لاءِ هن تن کي هٿن سان مٿي ڪنيو هو. هُن جي هٿ ۾ جهليل ڪُهاڙي منهنجي پيرن کي ڇُهي رهي هئي. منهنجي سموُري بدن ۾ ٻپ جي لهر بجليءَ وانگر گهُمي ويئي.

”ذت تيري ڪي...“ هُن جي آواز جي ڪوَراڻ پڙاڏو بڻجي موٽي آئي.

مون پنهنجا ۽ هُنجا ڪپڙا آلا ڪري ڇڏيا هئا.

ٻاهر ٻئي ڪناري تي اچي مونکي لاهي ڪري هُن ڪُلهن جي هيٺان ٻنهي پاسي، پنهنجي آلن ڪپڙن کي ڏنو. هُن جي چپن تي هلڪي مُرڪ ظاهر ٿي. پهريون جهڙي سخت آواز ۾ آديش ڏنائين - ”هاڻ آهستي آهستي

ساهه ڪڻ ۽ سِڌو پيپڙي تان هلندو گهر هلي وڃُ. مونکي چارو وٽي اچڻو آهي.“

پٽ وراڻي هُن نهر ۾ ٽپو ڏنو. مان بہ اُنجي نظرن کان جلدي پري ٿي وڃڻ چاهيو. پر ڏپ، بخار ۽ ڪمزوريءَ منهنجي وجود جي سموري طاقت کسي ورتي هئي. مان نهر جي ڪناري تي ويهي رهيس. هُن نهر مان ٻاهر ڪنڌ ڪڍي ڏٺو.

”تون ويو ناهين اچان؟“ هِڪ پل لاءِ خاموش بيٺو رهيو.

”اچا تہ هل...! “ هُن جهڪندي چيو. منهنجيءَ گردن جي ٻنهي پاسي لٽڪيل نوڙي فضل الحق جي ڳچيءَ ۾ لٽڪندڙ پلئہ جهڙي لڳي رهي هئي. هُن جي ڪُلهن تي چڙهي مونکي لڳي رهيو هو، ڄڻ بلبير فضل الحق جي ڪنڌ تي چڙهيل هو. جتي فضل الحق ڪِريو هو، هُن مونکي اُتي پنهنجي ڪُلهي تان لاهي، منهنجي مٿي تي هٿ ڦيريو ۽ پيار ڪندي چياڻين ”وڃ منهنجا ٻيبا پٽ. مان چارو وٽي اچان.“

جڏهن نيڪ ٿي مون بلبير واري ڳالهہ پنهنجن ساٿين کي ٻڌائي تہ اُنهن چيو ”شڪر ڪر تون بچي نڪتين. هوُ تہ توکي ماري نهر ۾ وهائڻ وارو هو.“

هاڻ جڏهن بہ هوُ سامهون ڪٿي ملي ويندو هو، تہ مان ڊڄي ويندو هوس. پر هُن جي وڃڻ کان پوءِ پٽ وراڻي هُن کي ويندو ڏسندو رهندو هوس.

هڪ ڏينهن مون ٻڌو تہ اَسانجي ڳوٺ ۾ هڪ مسلمان مولوي عبدال گني پاس (دڙو) نهراڻي ڪجهہ ڏينهن جي لاءِ پنهنجو پُراڻو ڳوٺ ڏسڻ آيو هو. سڀ ماڻهو هُن کي ڏسڻ لاءِ پيڙ ڪري اچڻ لڳا. هوُ منوهر چاچيءِ لالچند جي دڪان جي ٻاهر اسٽول تي ويٺو هو ۽ پنهنجي ڪُلهي واري پڳڙي گوڏن تي رکي هياڻين. حُقو گڙ گڙ ائيندي بيٺل ماڻهن جي اڳيان پُڇيان حيرانيءَ ۽ خوشيءَ پيريل سوالن جا جواب ڏيئي رهيو هو.

”هي تہ اَسان جهڙوئي آهي“ پر گٽ اِئين ئي چوندو هو. منوهر مونکي

ڇيو تہ لڳو - هُن جو ڪٽيل مٿيون مُڇيون ڪجھہ الڳ لڳي رهيون هيون. ورنا هُنجي ڳهاٽي ڀڳهي ڏاڙهي ۽ ڇهرو مونکي ناني ٺاڪر سنگھہ جهڙو ئي ٿي لڳو.

عبدالغني ۽ ڪي ماڻهو اڳيان وڌي پنهنجي پنهنجي گهر ۾ ڪاٺڻ لاءِ دعوت ڏيئي رهيا هئا. اُنکي اچڻ لاءِ زور ڪري رهيا هئا. هوُ چوندو - ”اڄ شام جو پائي نٿا سنگھہ وٽ هوندس! سپاٽي چاچي ديوان چند پاسي، پرينهن تنهنجي گهر پڪ ٿي. ضرور ايندس.“

موُلوي جيڏانهن بہ وڃي، ڇوڪرن جي ٽولي هُنجي اڳيان پٺيان ڳُ هندي هئي. جڏهن هوُ پنهنجي پراڻي گهر جي دروازي جي سامهون ويو تہ هُن جا ٻئي هٿ دُعا لاءِ آسمان ڏانهن اُٿي ويا. پوءِ پيڍيءَ جي لنگھہ جي سامهون مٿو ٽيڪڻ لاءِ جهڪي ويو، جڻ ڪنهن پوڄا گهر جي سامهون جهڪيو هجي. جڏهن هوُ سِڌو ٿي بيٺو، هُن جي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا. هُن زمين جي مِٽي کڻي اکين تي لڳائي ۽ دُعا ڏيڻ لڳو.

موُلوي جتي بہ ويندو هو، هُن جي خيريت پڇڻ وارن جي قطار لڳي ويندي هئي. هوُ هِتان جي، هُتي وسيل پريوارن جي ڳالهہ ڪري، اُنهن جي سُڌ سماءُ جي خبرچار ڏيندو هو. ڪوئي شڪارپور، ڪوئي لاهور وڃي وسيو هو، ڪ ڪيئن بہ رهي، ڪو برو ڇو مجي؟ (تہ ڪوئي هندپائي ۽ ڪو ڪاهُن ڪاڇي.) هيڏانهن سڀ پنهنجي پراڻي وطن کي ياد ڪري روئي رهيا هئا. پُر اڻن ماڻهن کي ياد ڪري وياڪُل ٿي رهيا هئا. ڪوئي بہ ڪٿي ٿو پتجڻ چاهي - بس، ڪرڻ وارن آخر هي سڀ ڪري ڇڏيو. هاڻ ٻنهي پاسي پڇتاوَ آهي. موُلوي ٻڌائيندو ٿي ويو، هُن جي چوڌرمڙيل ماڻهو پاونا جي لهرن ۾ لُڏي رهيا هئا. مون ڏٺو، هُن گرديءَ ۾ گهٽو پنيان کُنڊ ۾ لِڪي بلبير بيٺو هو. هُن بہ موُلويءَ جون ڳالهيون ٻڌڻ چاهيون، پر هُن سان اکہ مِلائڻ ۾ پرهيز ڪندو رهيو.

اُن وقت منهنجو ڏاڏو ڪشنسنگھہ اڳيان وڌيو. چوڻ لڳو - ”موُلوي،

ڪٿي حُسين مليوَ تہ چئجوس، هُن جي اَمانت مون وٽ پيئي آهي. ڪٿي وڃي تہ منهنجي مٿي تان بار گهٽجي!''

مؤلويءَ جو چِڙ هانوَ ڦاٽو. چيائين ''او چاچا تون تہ وڏو پاڳل نڪتين. اڃان تائين اَمانتون سنڀالي ويٺو آهين.'' هوُ ڪِليو، پنيان گرديءَ جي ڪِل ڪڙڪڻ لڳي.

''او... نہ پائي نہ... رب کي حساب ڏيڻو آهي. گئو ڪانوان جو... هُنجو...'' دادا پاونائن ۾ وهندو ويو. اسان جي روح تہ شروع ڪان اڄ تائين روح ڏکي رهي آهي تہ اسان هُنن جي ڪٽنب لاءِ ڪجهہ نہ ڪري سگهياسين.

مان بلبير ڏانهن نهاري رهيو هوس جو هاڻ چورن وانگر پنيان کسڪي ويو. خبر ناهي ڇو منهنجو معصوم من چاهي پيو تہ بلبير بہ مؤلويءَ جي سامهون اچي، اُن سان ڳالهائي. هڪ ڏينهن منوهر جو ڏاڏو ڏنيشاه جي دڪان تي ويهي پنيءَ تي گرم گرم جليبيون تري رهيو هو. مؤلوي عبدال گني سامهون گذريو تہ ڏنيشاه اُٿي بيٺو - ''مؤلوي صاحب، هاڻ جو جيءَ ۾ اچيوَ سو ڇئو. مان جليبيون ڪارائڻ ڪان سواءِ اڳيان نہ وڃڻ ڏيندوسانوَ. اچو ويهي رهو.''

هُن عبدال گنيءَ جي پنيان بيٺل منوهر کي ۽ مونکي چيو ''بينچ ٻاهر ڪڍو، مؤلوي صاحب جي وِهڻ لاءِ.'' اَسان بينچ ٻاهر ڪڍي، ڪپڙي سان اُنکي صاف ڪري ڇنڊي، ۽ مؤلوي گهٽي چتاءُ سان ڪلندي ويهي رهيو. ''شاهہ جي... جيئن توهانجي مرضي... توهان سيني ايترو پيار ڏنو آهي جو منهنجو من پرجي آيو آهي.''

پليٽ ۾ هُن هڪ بہ جليبيون مس ڪاڏيون هونديون تہ بازار مان بلبير سنگهہ ايندو ڏسڻ آيو. هُن اکيون کڻي هڪ پيرو مؤلويءَ ڏانهن نهاريو. اوچتو مؤلويءَ سان روبرو ٿيڻ جو هُن کي گُمان بہ نہ هو. هوُ ٻچڻ پيو چاهي. مؤلويءَ جون نظرون هِن سان مِلي ويون. هُن کي ڏسي مُرڪي ڏنائين.

چاهيندي بہ بلبير بچي نہ سگهيو. مؤلويءَ کي پاڻ ڏانهن مُرڪندو

ڏسي هُن جي منهن مان نڪري ويو ”سلام سلام مؤلوي صاحب!“

”ست سِري اَڪال... سردار بلبير سنگهہ!“

پوءِ تہ وري بلبير پنهنجي دل جا سڀ سوال اوتي ڏنا. ”ٻين پريوارن جي ٻڌايو، اُتي جي سڀني ڀائرن جي ٻڌايو. سڀ خوشحال تہ آهن. سڀ خيرِيت سان آهن!“

”بس اَلله جي... ۽ تنهنجي مهر آهي بلبير سنگهہ.“ مؤلويءَ چيو ۽ ڳالهہ جو رُخ موڙيندي چيائين ”وٺ جليبيون کاءُ. منهن مِٺو ڪر، ڪوڙاڻ ٽُڪي ڇڏ.“ عبدال گنيِ چوندو رهيو، بلبير سنگهہ نہ... نہ.. ڪندو رهيو. ڏنيشاه ٻيءَ پليٽ ۾ بلبير سنگهہ لاءِ جليبيون وجهڻ چاهيون. بلبير اُنکي هٿ جي اِشاري سان روڪي چيو ”وجهڻ ڏي... ٻيون نہ وجهہ. مان هِن مان کائي وٺندس. ننڍو نہ ٿي ويندس.“ چوندي هُن مؤلويءَ جي پليٽ مان جليبي منهن ۾ وڌي ۽ ڪنڌ جهڪائي، اکيون هيٺ ڪري اُتان هلندو هليو.

........

ٻار اَڃان منهنجي ماءُ جي گود ۾ سوڙها ٿي وينا هئا، ٽڪٽڪي لڳائي مون ڏانهن نهاري رهيا هئا. اڄ هُنن منهنجي ٻالپڻ جي آڪاڻي نٿي ٻڌڻ چاهي. هيءَ تہ ڪيترا ڀيرا ٻڌي ويئي آهي. اُنهن جي ڪنن ۾ اڃان تائين رات جو هليل گولين جو آواز گونججي رهيو هو، جن جي ڪري منوهر ۽ اُن جي پيءُ کي جان تان هٿ ڪڍڻو پيو.

مان پنهنجو پاڻ ۾ گُم ٿي سوچي رهيو هوس تہ اَسانجي ساڄي ڪاٻي پاسي هي ڇا ٿي رهيو آهي؟ ڪجهہ مهنا اڳہ منوهر مون ساڻ صلاح ڪرڻ واري اَنداز ۾ چئي رهيو هو تہ هِن ماحول ۾ ڳوٺ ۾ رهڻ نيڪ نٿو لڳي. ڪجهہ خبر ناهي تہ ڪنهن وقت ڇا ٿي وڃي؟ اُن ڪان پوءِ هوُ اکين جي خال ۾ دٻ ۽ نِرا اشا ڪٺي مون ڏي نهاريندو رهيو. هُن کي منهنجي اکين مان، ۽ ڇهري

مان، دلاسي جي جڳهه بي وسي ۽ اَسهنجو احساس ڏسڻ آيو. هُن وساميل من سان آهه ڀري چيو - ”هيءُ گهر ٻار سڀ ڇڏڻو ئي پوندو ڀاءُ منهنجا... هاڻ ته....“

اهڙا دل چيرينڌڙ لفظ ٻڌي منهنجي من چاهيو ته مان به پنهنجي ڏاڏي جي اَنداز ۾ دلاسو ڏيان. ”تون دِل ننڍي نه ڪر. هي چئن ڏينهن جو اندازُنڌ آهي. ڀلا گهر به ڪڏهن ڪنهن ڇڏيو آهي؟ اَسين سڀ گڏجي هِتي ئي رهنداسين. تون چنتا نه ڪر!“

پر مان ڪيئن ٿي چئي سگهيس، ڪوڙي دلاسي جي ٻالهه. سڀ ڪجهه منهنجي وس ۾ ڪٿي هو؟

”هوُهِن پساري ڪي سنڀالي نٿا سگهن، ته جائز ناجائز جيڪو به گهُرن ٿا... ڏيئي وڃي پري ڪريون تِنکي... هڪڙي ڏينهن ئي روز جو آزارُختم ٿي وڃي.“ ڪڏهن ڪڏهن منوهر حالات تي تبصرو ڪندو هو ”ناجائز ڪي ته ڇڏ، جائز به نه ڏيڻ جي ڪري سڀ بکيڙا ٿي رهيا آهن. جيسين تائين نِيَت صاف نه ٿينديون، هر روز اِهو ئي ٿيندو رهندو. خون خرابو نه رُڪجندو.“ پر گهٽ سنگهه پنهنجي دليل سامهون رکي.

مان چپ ٿي چئي سگهيس. اِتهاس منهنجي وس مان نڪري چڪو هو. اهڙو احساس ٿيو ۽ اُنهيءَ جي پيرن سان چئني پاسي اهڙي ڌوڙ اُڏامڻ لڳي هئي، جنهن سان منهنجي اکين ۾ گهٽي نِراشا جو غُبار ڀرجي رهيو هو.

هِن ننڍي ڳوٺ ۾ سي. آر. پي. وارا ته روز ڦيري ڪندا ئي هئا، پر هڪ ڏينهن ’هو‘ به اچي ويا، تتل ٻپهريءَ ۾، ڀري بازار ۾، چهرا نقابن ۾ ويڙهيل، ڪُلهن تي اِسٽيگن هُئن. دڪان بند ٿيڻ لڳا. ڦڙاڪ... ڦڙاڪ... شٽر ڪيرايا ويا. درين دروازن جا پٽ بند ٿيڻ لڳا. ننڍا وڏا گهرن ڏانهن ڀڄڻ لڳا.

اُن وقت هڪ گرجندڙ آواز ٻڌڻ ۾ آيو - ”ڪو به پنهنجو دڪان بند نه ڪري؛ نه ئي ڀڄي. اَسانکي ڪنهن کي ڪجهه به نه چوڻو آهي. توهين

سڀ اَسانجا پائُر آهيو.“

سڀني جا هٿ رُڪجي ويا. دروازا، شٽر جن ڇِڪيا هئا، اُتي ئي رُڪجي ويا. ڄڻ سڀ منتر جي وس ۾ ٿي رهيو هجي.

”اوءِ ڇريا.. ڇو ڊڄي رهيا آهيو. اَسين توهانکي مارڻ نہ آيا آهيون، اَسين تہ سِڌو ٻاڙي وٺڻ آيا آهيون. دڪان کوليوءِ ڪاروبار ڪريو.“ هوُ بازار ۾ بيٺا هئا.

سوهنا درزي پنهنجي مشين تان اُٿي اُنهن جي اڳيان وڃي چيو ”حُڪم ڪريو جٿيدار جي.“

”حُڪم حُڪم ڪجھ ناهي. اَسان کي ٿورو ڪپڙو خريد ڪرڻو آهي. تون اَسانجي ٻارن لاءِ هِتي هڪ ميز لڳاءِ.“ ڇئي ٽيئي ٻجاجيءَ جي دڪان ۾ گهڙيي ويا. بہ ڄڻا ٻاهر بيٺا رهيا. سوهن درزي ميز ڪٽي آيو تہ اُن تي مشين گن ٽِڪائي بازار جي ٻنهي پاسي نظر ڪرڻ لڳا.

پاڻ ڏانهن هيسيل نظرن سان ماڻهن کي نهاريندو ڏسي اُنهن مان هڪ پنهنجو نقاب لاهي ڇڏيو ”ڊڄي ڇو رهيا آهيو... اَسين توهانجا ئي پائر آهيون. ڊڄو نہ.“

شاھ جي پاسي واري دڪان تان منوهر پنهنجي گديءَ تان اُٿي آيوءِ پڇيائين ”جٿيدار جي، چانھ ناهيان؟ ساڻ گرم جليبيون!“ جٿيدار اُن جي ڳالھ تي مُرڪي پيو. دڪاندار جو نوڪر اڳ ۾ ئي اُنهن لاءِ کير پتيءَ جو آرڊر ڏيئي ويو هو.

ٻين دڪانن وارا هاڻ بهاني سان اُنهن جي پاسي کان گذري رهيا هئا. ننڍا ٻار اُنهن کي چِتائي ڏسي گھر ڏانهن ڊُڪي ڪري وڃي پنهنجي مائرن کي چوندا - ”پائو اچي ويو آهي، پائو اچي ويو.“

هوُ قريب اڌ ڪلاڪ دڪان ۾ رهيا. پتيءَ وارو کير پيتو، گرم جليبيون کاڌيون، شاهن جي ور ور نہ چوڻ تي بہ اُنهن ڪپڙي جو مُلھ پُڇيو. جڏهن

پئسا ڏيڻ لڳا تہ شاهہ جنهن ٻي پارٽيءَ کي هڪ لک رپيا ڏنا هئا، ڪنبڻ هٿن سان پئسا وٺندي گهبرائي رهيو هو.

”خالسو ڪنهن جو حق نہ رکندو آهي. ۽ نہ ئي ٻي وَجهہ ڪنهن کي ماريندو آهي. توهين دڪان کولي رکو. ڪير ڪجهہ نہ چوندو، اَسانجي هوندي.“ پوءِ منوهر کان چانهہ ۽ جليبين جا پئسا پڇيائين. منوهر جي اِنڪار ڪرڻ تي بہ پنجاهہ جو نوٽ هِن ڏانهن ڦٽي ڪري، ڪپڙا ۽ هٿيار سنڀاليندي هوُسامهون واري گهِٽيءَ ۾ گُم ٿي ويا.

اُن کان پوءِ سڀ دڪان کلڻ لڳا. ڪجهہ مِهنا ماڻهن کي ساهہ کڻڻ جي راحت جي هوا ملي هئي. اَهڙيءَ طرح اُنهن هڪ پيرو وري سيني کي حوصلو ڏنو هو.

۽ هاڻ خبر ناهي ڪير هئا. ڏن ڏن ڪندي رات جو آيا ۽ پنهنجو ڪم ڪري هلندا هليا. ڪنهن کي وشواس ئي نہ ٿي آيو تہ جي هوُاِئين نٿا ڪن تہ پوءِ هي ڪرتوت ڪرڻ وارا ڪير هئا.

اِن سوال جو جواب ڪنهن وٽ ڪين هيو. سڀ کان وڏيڪ ڳالهيون منوهر ۽ اُن جي پيءُ جون ٿي رهيون هيون. پر گوليون هلائڻ وارن جي باري ۾ سڀ خاموش هئا.

اوچتو سڀ کان ننڍي ڇوڪريءَ، خبر ناهي ڇا سوچيندي منهنجي ماءُ کان پڇيو - ”اَمان جي، رات جي گولي باريءَ ۾ بلبير سنگهہ بہ هيو ڇا؟“

ٻيا سڀ ٻار هُن جي ٻاراٽي سوال تي ٺهڪ ڏيئي کِلي پيا. هُن جي ڳالهہ ٻاراٽي ئي تہ هئي. سياڻا تہ اجڪلهہ اهڙا سوال ڪڏهن نہ ڪندا آهن.



# هاڻ مان ٺيڪ ٺاڪ آهيان!

خاموش... شانت ۽ بي حرڪت هئي اُها رات!

اوچتو ئي ڪُتو ڀؤنڪيو. وري ڀؤنڪيو، ۽ پوءِ لڳاتار ڀؤنڪندو رهيو.

هوُ ٽِپ ڏيئي پرتي ٻنيُن ۾ ڪجهه ڪلوميٽرن جي فاصلي تائين وڃي ور ور ڀؤنڪندو رهيو. ڄڻ ڀؤنڪي مالڪن کي ڪجهه چئي رهيو هو.

هاڻ تہ اُٿو... اڃان تائين ڇو سُمهي پيا آهيو؟ پر گهرمان نہ ڪوئي چُريو ۽ نہ ئي ٻاهر آيو. ٻنبي (نلڪوُپ) واري ڪوٺي تي بجليءَ جون ڊائريڪٽ تارون هئڻ جي ڪري بجليءَ جي خرچ جي ڇنتا نہ هئي، ۽ مٿي واري بتي ٻلديو جي چوڻ تي سڄي رات ٻرندي هئي. بيِرو جون اکيون بلب ڏانهن لڳل هيون. اُنهن جا ڪن ٻاهر جي گوڙ تي لڳل هئا. هوءَ نہ اُيو ساهہ کڻي رهي هئي، ۽ نہ ئي چُري پُري رهي هئي. هُن سان گڏ اَنِ نوَن سالن جي سُکديو رضائي منهن تان لاهي ماءُ ڏانهن ڏٺو. ماءُ جي ڇاتيءَ سان سِر لڳائي، اُنهيءَ تي پنهنجي ٻانهن رکي ڇڏي. اهڙي موقعي تي ماٺ رهڻ جي ٽريننگ هُن سهج ئي حاصل ڪئي هئي. هُن کي خبر هئي تہ سوال پڇڻ جو وقت نہ هيو.

ڪُتو اڃان بہ لڳاتار ڀؤنڪي رهيو هو. ساڻو ٿي ڀؤنڪندو رهيو. بيرو ڏيري سان ڪنڌ گهمائي جوگيندر جي کٽ ڏانهن ڏٺو. هوُ اڳہ ۾ ئي جاڳيل هو. هُن بہ اکيون ڦيرائي بيرو ڏانهن نهاريو. ٻنهي جي اکين ۾ هڪ سهميل سوال هو. بنا ڪجهه چوڻ ٻڌڻ جي اُنهن ڪنڌ گهمائي ڇڏيو. خاموش ڪمري جي سنسناهٽ اُنهن جي ڪنن ۾ پڙاڏو بڻجي پئي پهتي، نڪ... نڪ... نڪ...!

آهستي سان در کڙڪيو، بيرو يڪدم گهٻرائجي کٽ تان اُٿي ويٺي. جوڳيندر جي رجائي لاهي، دروازي ڏانهن نهارڻ لڳي. ”جِنديا، جوڳيندر...“ هيءَ جوڳيندر جي ماءُ هربنس ڪؤر هئي. هُن جو گهُٽيل آواز مُشڪل سان ٻڌڻ ۾ ٿي آيو.

”ڇا آهي؟“ جوڳيندر جلديءَ ۾، پر جهيٽي آواز ۾ پڇيو.

”سنگهه ٿا لڳن. هي ڪُتو ڀؤنڪندو ٿو وڃي... ڪِٿي...“

”تون ماٺ ڪري ليٽي پيئي هج نياڻين سان گڏ...!“

هربنس ڪؤر پاسو ورايو. جوڳيندر جتي هو، اُتي ويٺو رهيو. سرديءَ جي ڦُرڪٽيءَ ۾ ٻه رجائي لٿل هئي، پر مٿي تي پگهر هو.

”هي ڪُتو سموري ڪُنبي کي گهيلي ويندو.“

هوُ ٻه سچا هئا. ڏيڍُ مهنو ٿي ويو، جڏهن ڳوٺ ڏانهن ويندڙ هربنس ڪؤر کي شينٽل پنيان پڪاريندي چيو هو - ”چاچي، جندي کي چئو، ٿاميءَ کي ماري ڇڏي... ٿيون ڏينهن ياءُ چئي ويو هو ته توهانکي نيا پو پهچايان... اَسانکي ته ٻه مهنا ٿيا... ٻئي ڪُتا ڪوئن جي دوا وجهي ماري ڇڏياسين. توهانجو ڪُتو ته آهي ٻه اؤنترميل... آسمان مٿي تي ڪٽي ٿو وٺي. بابا ٻگيشاه چيو آهي، رات جو هونءَ ته ڪُتا، بندي کان ٻه سُنا ٿيندا آهن. مالڪ جو در نه ڇڏيندا آهن، پلي رات ڏينهن پادر پوَن!“ ساڌو شينٽل لڳاتار چوندو رهيو هو.

اڄ شام جوڳيندر دوا وجهڻ کان پوءِ مُئل جونڌر جي ڪٽڪ جي ٻنيءَ ۾ جانچ ڪري رهيو هو ته اُن کي ڏسي ساڌي شينٽل کي ڏنائين جو هٿ منهن اُڳهندو جوڳيندر ڏانهن اچي رهيو هو. ساڌو ٻالهين جي ڳوٺري هو. اڪثر اُماس تي ترنتارن جي ٻيڙ صاحب واري ميلي ۾... سنڪرات ميلي ۾ ويندو رهندو هو. هُن کي ڀادنيءَ راڳي جٿن وارن جا ديوان ٻڌڻ جو شوق هو. چون ٿا

تہ هُن جو پيءُ ڌرم سنگهہ پنهنجي وقت ۾ ڊاڊيڻ سان گڏ رهندو هو. هُن جي گهر ۾ ڊاڊي سوهن سنگهہ جا ڪتاب هئا... شيتل هُلاري... شيتل ڪِرٽون... شيتل آنسون ...! جڏهن بہ ساڌو ڳالهہ ڪندو هو، ڪنهن نہ ڪنهن ودوان جي چيل ڳالهہ، يا گروُ واڻيءَ جي سِٽن کي ڪم ۾ آڻيندو هو. ’شيتل‘ جو حوالو ڏيڻ جي ڪري ماڻهن اُن کي بہ شيتل چوڻ شروع ڪري ڇڏيو. پڙهيل فقط اَٺ درجن تائين هو. پر ماڻهو چوندا آهن تہ هوُ جي ٿورو وڌيڪ پڙهي وڃي ها، تہ بدن ۾ تہ تندرست هو ئي، تہ هوُ ليڊر ٿيو وڃي ها. هُن جو فيلسوفي اَنداز ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جو سوَڀاءُ هو.

ساڌي کي پريان ايندو ڏسي ٿاميءَ زور سان ڀؤنڪيو. پوءِ اُٿي پت جي اوٽ وٺي، تڪڙو ڪٽڪ جي ٻني لنگهي جوگيندر وٽ پهچي ويو. هڪ دفعو وري هوُ ڀؤنڪيو! چڻ چئي رهيو هو - ”اچي تہ ڪوئي، جوگيندر کي هٿ لڳائي تہ ڏيکاري...!“ پوءِ ساڌي کي سُڃاڻي، اُنکي سونگهي پڇ لوڏڻ لڳو.

”درويش کي نڪاڻي لڳائي ڇڏ، نہ تہ وري ڪٽي...“ شيتل چئي رهيو هو - ”ڏؤنڪي تي چوٽ هڻي فؤجون اچي ويون.. تہ ڀاري پئجي ويندو. هاڻ تہ اُنهن سنديش بہ موڪلي ڇڏيو. جڏهن هوُ اچي ويندا، بهانو بہ ڪوئي نہ رهندو... نہ بچڻ جو ئي. جيئن چيو ويو آهي تہ - پڇڻ نہ ڏينداسين.... منهنجا وير ويا جي....“

ساڌو شيتل ڪِلي رهيو هو ۽ سمجهائي رهيو هو.

پنهنجو اُستاد لال سنگهہ هو. هوُ پهاڪا، اصطلاح ڏيندي ٻڌائيندو هو تہ - ”سؤسياڻا هڪ مت... مورک سيئي تِنتر وِتر. هوُچوندو هو : اوءِ چوڪرا، اِن جو مطلب سمجهو ٿا؟ وري پاڻ ئي ٻڌائيندو هو جيئن توهين سيئي سليٽن تي سوالن جا جواب ڪڍندا آهيو. جي پنجويهہ شاگردن مان، ويهن جو جواب آيو، ’سنتيهہ رپيا، ٻارهن آنا، ٽي پايون‘ ۽ باقي پنجن جا جواب

الڳ الڳ هجن، ڪنهن جو ڪنهن سان جواب نہ ملي - تڏهن چوندا آهن، ”سؤ سياڻا هڪ مت.. مورک سيئي تنتر وِتر.“

جوگيندر مُرڪي رهيو هو. هُنکي معلوم هيو تہ شيتل ڇا اِشارو ڪري رهيو هو. ”او گُرمُکا! جڏهن سيني بسنتيءَ وارن حڪم ميجي پنهنجن پنهنجن ڪُتن کي ماري ڇڏيو، تہ تون ڇا الڳ جواب ڪڍي ماستر جي مار کائيندين ڇا؟“

”ساڏاسائين، توکي تہ خبر آهي. بہ پيرا ڇڏي بہ آيا آهيون... هڪ پيرو تہ تون بہ ساڻ هئين. وري اچي ٿو وڃي. هاڻ ٻڌائي ڇا ڪريون...؟“

”هِنکي دوا وجهي ڏي... نہ تہ هلُ اِسپتال ۾ مُکي نيهنگہ کان دوا وٺي اچون. هِن کي ماري ختم ڪري ڇڏ... نہ تہ نقصان ٿي ويو تہ.... هوڏانهن مالوي ڏانهن هُنن چيتاوني موڪلي. ٻئي پيري آيا تہ ڪُتي سان گڏ مالک کي بہ گوليون ماري هليا ويا. چوندا آهن - جهنگل ويا جي نہ موٽيا، راني سُندرا وت. جوڳي ڪنهن جا مِت نہ ٿيندا آهن.“ ساڏي شيتل ڳالهہ ٿوري ۾ ختم ڪري ڇڏي.

جوگيندر پل کِن لاءِ سوچ ۾ ٻڏي ويو. اڳيان اچي بينل ٽامي پُڇ هِلائي رهيو هو۽ جوگيندر اُن جي ڪنڌ کي سهلائيندو رهيو - ”ساڏا ڇا ڪجي.. ڇئن ڏينهن جو ننڍڙو پلو هو جڏهن ڪپهہ جي پوپن سان کير پيئندو هو.“

شيتل هُن جي ڳالهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. مُڇن تي هٿ ڦيري للڪارڻ واري آواز ۾ چيائين : ”جٽا، ايڏي ڪمزور دل!تنهنجو تہ سمورو خاندان ئي ماري کائڻ وارن جو آهي. تنهنجي ڏاڏي جون کهاڻيون مشهور آهن. تنهنجو پيءُ ۽ چاچو بہ گهٽ نہ هئا ۽ تون پاڻ بہ کهڙو گوئم ٻڌ جو اولادُ آهين. تڏهن لڙائيءَ ۾ پير جوڙي وڏو ڏاٿو هٽندو هئين.“

ڪيترا سال اڳہ پاٽيءَ جي جهڳڙي ۾ پٽوار اين ساڻ لڙائي ٿي، تہ وڏو ڏاٿو هٿ ۾ ڪٽي سپ کان اڳيان اُهو ئي هيو. سوهن سنگهہ پٽواريءَ جي وڏي

ڇوڪري جا ٻئي هٿ ڪسي، پير ٻڌي، اهڙو اُبتو وڏو ڏاٽو ماريو جو هُن جا ڪاپار ڪُلي ويا. جي ڪٽي کُهاڙو سِڌو هجي ها ته هُن جي سِر ڇانهينءَ وانگر ٻه اڌ ٿي چڪو هجي ها. ڇوڪري کي ڪِريل ڏسي اُنهن جو گيندر جي پيءُ کي گهيري ورتو. اُنهن مان ڪوئي تِکي تلوار ڪٺي هُن جي پيٽ ۾ ڇُپائڻ لاءِ اڳيان وڌيو، بجليءَ جي رفتار سان نه ڄاڻ ڪٿان جوگيندر جو چاچو ’ڪرما‘ پنهنجي ڀاءُ کي بچائڻ لاءِ اچي ويو. پنهنجي تِکي برڇيءَ جي ڌار تي تلوار جو وارُ اِئين روڪي ڇڏيو جو برڇي ڇِٻي ٿي ويئي. جوگيندر جو پيءُ حيران ٿي پنهنجي ننڍي ڀاءُ کي ڍال ٿيندو ڏسي رهيو هو. گهر جي ٻنتواري ساڻ، جهيڙي کان پوءِ اُنهن جي ڳالهه ٻولهه پڻ بند هئي. پر اڄ ننڍو ڀائو گرجندي چئي رهيو هو - ”سَمُنڊي وارن جا پٽ، اڳيان ذرا وڌي ته ڏسُ. اِهو نه سمجهه ته ڀائرن ۾ ويرُ آهي ۽ تون هِن کي اڪيلو سمجهي دٻائي ويندين.“

ڀاڻ کي جهڪائي جيئڻ ته پري جي ڳالهه آهي. ڪنهن جي اکه پوي اُها به اُنهن کي برداشت نه هئي... هُن جو پيءُ ڪيتري مان سان پنهنجي ڳالهه ٻڌائيندو هو. هوُ دوستن جي ٽوليءَ سان گڏ ترن تارن جي اَماس تي ويو. هُن جي جوانيءَ جا ڏينهن هُئا. لڙائي لنين ساڻ ٿيندي هئي. اڳلي جي لَتِ جهيلي وري اُنهيءَ تي وار ڪرڻ ۾ جوگيندر جو بابا علاقي ۾ ڌوم مچائي چڪو هو. هوُ اُنهن ميلن ۾ هميشه وجيتا رهيو. هڪ ٽولي اُبتو ڦيرو پائي رهي هئي، اُنهن مان هڪ ڍِگهو - قداور جوان، ور ور پنهنجي ٻانهن مٿي ڪري اُماوَس واري ميلي ۾ للڪاري رهيو هو. ڪير به گرديءَ مان جَٽ جي ٻانهن هيٺ نٽي ڪري سگهيو. سوهن جَٽ جي ٻانهن...! جوگيندر جو بابو چوندو هو، اَسين پرڪرما ۾ اڳيان وچي اُن سان ملندا رهياسين، پر هوُ ور ور اِئين ئي ڪري رهيو هو. منهنجي اندر باهه پڙڪي رهي هئي، هِن جا

سمجهي رکيو آهي؟ ٽيون پيرو جڏهن هُن للڪاريو، ته منهنجي اَندر نه جاڻ ڇا ٿيو. مون لَٺ گهمائي هجي ٻانهن تي هنئين... توريءَ وانگر ٻانهن لٽڪي ڪري ٽيڏي ٿي پيئي. اَسين سڀ مار اماري ڪندي پِڙڻ واري ٻُنگي پاسي نڪري وياسين. هوُمنهن تڪيندا رهجي ويا.'' هن جو بابو پنهنجي پيٽل ڏندن مان فخُر واري کِل کلندي ٻڌائيندو هو ''اِن کي چوندا آهن مردانگي...!''

هونءَ مردانگيءَ ۾ جوگيندر به گهٽ نه هو. پٽوارين واري لڙائيءَ ۾ ٿي معاملو برابر ڪرڻ جي لاءِ هُن پِتل جو وڏو گلاس، پهرين ديسي بوتل شراب سان پِري پي ورتو. پوءِ ساڄي هٿ جي ڪَتيل آڱر سهج ٿي ڏار ڪري پائي تي رکي. ڪاپي ۾ پڪڙي تيز ٺوڪي سان وار ڪيو، ته آڱر پاڙ کان ڏار ٿي ڪِري پيئي. هي سڀ اُن اِئين ڪيو ڄڻ نندي کُهاڙي سان ڏندڻ ڪٽي ڦِٽي ڪيو هجي. وري ديسي شراب جي اُنهيءَ بوتل مان پٽي آلي ڪري، خون سان لٿ پٿ آڱر کي زور سان ڪسي ٻڌي ڇڏيو. بچيل بوتل جو ڇڱو حصو هڪ ئي ڍُڪ ۾ گٽا گٽ پي ويو.

اڄ اُنهيءَ جوگيندر کي ساڏو شينٺل، گوتم ٻڌ جي اوَلاد ڇئي، هُن جو مذاق اُڏائي رهيو هو. ڪُتو مارڻ هُن جي لاءِ کهڙو وڏو ڪم هو. بس هٿن سان پاليو هو، اُنهيءَ جو موهه ستائي رهيو هو. ٻيو ڇا؟ وري هُن کي خيال آيو ته جي ڪوئي مهمان گهر اچي ته پنهنجي هٿن سان پاليل ڪُکڙ کي پڪڙي، آرام سان اُنهيءَ جي گردن مروڙي، ڪنپ ڪڍي، ڇِلي صاف ڪري پنهنجي هٿن سان ديڳڙي ۾ تڙڪو لڳائي ڇڏي ها. شراب جو گلاس هٿ ۾ جهلي ڪُکڙ جي ٽنگ جو چشڪو وٺي کائيندي هُن کي خيال به نه اچي ها ته ڪجهه ڪلاڪ اڳ اُهو ئي ڪُکڙ حويليءَ جي ديوار تي پنهنجا چٽڪمرا ڪنپ ڦهلائي ٻانگ ڏيندو هو. سِڄ جي لاليءَ ۾ اُن جي ڪلنگي چمڪدار

هئي. هوُساٽي ڪُڪڙين سان گڏ ٽپندو زمين تي پير پيري ڪلابازي ڪندو هو. هُن کي پڪڙجندو ڏسي ٻيا مُرغا مُرغيون هيسجي ويندا هئا.

پنهنجي ٽِنهي ڀينرنُ جي شاديءَ لاءِ هُن ڀيري ڀيري سان ٻڪريءَ جا ٻار خريد ڪري پاليا. هٿن سان ٻَبوُل جا نرم نرم پن کارايا. ’واهگروُ‘ چئي ڪري مياڻ مان تلوار ڪڍي هئي. ٻنهي هٿن ۾ پڪڙي مٿي تائين سِڌي ڪري، اکيون بند ڪري اَرداس ڪئي هئي. اُن کان پوءِ اک ڇنڀ ۾ پنهنجي هٿن سان پاليل ٻڪري جي گردن وار سان ٻه قدم پري ڪِري پيئي هئي. هُن جي اکين اڳيان ڪٽيل ڌڙ مان خون جي ڌار ڌرتيءَ تي ڦهلجي رهي هئي. ٻجليءَ جي ڦڙتيءَ سان هڪ ئي جهٽڪي ۾ ٻڪرو ڪٽڻ هُن جي حاصلات مڃي ويندي هئي. تڏهن هُن جو گهٽو ڏيان هُن جي ٻل تي ۽ ٻانهن جي سگهه تي مليل سار اهه سان جڙيل رهندو هو. اهڙن موقعن تي هوُ ڪٽي ياد رکندو هو ته اُنهن ٻڪريءَ جي ٻارن کي ڪڏهن هنج ۾ کڻي گهمندو هو، اُنهن جي پيرن ۾، ننڍا ننڍا گهنگهروُ پئسن تي وٺي ٻڌندو هو. ڪڏهن آسي پاسي ۾ ’مين... مين...‘ ڪندڙ ميمڻن جي گردن کي لاڏ ساڻ هُن پنهنجي سيني سان لڳايو هوندو.

هاڻ ڇا هو جو هُن کي بي چئن ۽ هلاڪ ڪري رهيو هو؟ شينل کان ڌار ٿي ڪٽڪ جي ٻنيُن جي سير ائيءَ تي گهمندي هوُ لڳاتار اِهوئي سوچي رهيو هو. ٺامي اڳيان اڳيان هلي رهيو هو. خيال آيس ته اِنسان جي وڌندڙ عمر سان گڏ هُن جي دل ٻه نرم ٿيندي ويندي آهي. پر هوُ ڪٽي نه ڪٽي پاڻ کي ٻڌو پاسڻ لڳو. هُن مُشڪل سان ٽيٽيهه سال ئي پورا ڪيا هئا. هُنجي اَندر خون ۾ اڃان جوش ڀريل هو. هُن جي ٻانهن جو ٻل اَڃان پُرزور هو. هُن کي ياد آيو، سرپنچ جي ڌيءَ جي شاديءَ ۾ هُن جي ۽ ناما دئنت جي ٻڪري کي هڪ وار سان ڪٽي ڇڏڻ جو پنجاهه رُپين جو شرط لڳل هيو. ناما دئنت جِسم ۽ طاقت ۾

هُن ڪان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ هيو. ويتر جوگيندر ڪان اٺ ڏهہ سال ننڍو هئڻ ڪري جوانيءَ جو جوش گهڻو هو. وري بہ هُن جي ٻچيءَ ۾ ٿورو وَر پئجي ويو. هوُ ڪم پورو نہ ڪري سگهيو. جوگيندر جو وارو آيو تہ، هُن ٻڪري جي ٻ ڇي يڪدم صفائيءَ سان ڌڙ ڪان ڌار ڪري ڇڏي. نامي دئنت ماٺ ۾ پنجاهہ رُپين جو نوٽ هُن جي حوالي ڪري ڇڏيو. هُن وري اُهو نوٽ ڪائڻ پيئڻ جي وچ جي پارٽيءَ لاءِ ڪرمي پئنچ ڏانهن وڌائي ڇڏيو. هاڻ ڪُتو مارڻ هُن کي تمام مُشڪل لڳي رهيو هو. هُن سان هڪ عجيب قسم جو موهہ جو ناتو جُڙي ويو هو، ۽ موهہ جون پاڙون ڪجهہ وڌيڪ گهريون ٿي لڳيون. چار پنج سال اڳ ہ جڏهن سُڪديوَ اجان ننڍو ئي هو، تہ ناناڻن مان ڇئن پنجن ڏينهن جو پونگڙو پالڻ لاءِ ضد ڪري ڪٽي آيو. پوري رنگہ جو گول مٺول...! هوُ انديڪي وانگر هُن کي ڪٽي گهمندو ڦرندو هو، ڪڏهن تہ هُن جي منهن کي چُمي وٺندو هو. تيرهن چوڏهن سالن جو گروديوَ ڪپهہ جي پوپي کي پُسائي هُن کي کير پيئاريندو هو. سُک ديوَ هُن جي مدد ڪندو هو. سُک ديوَ رات جو هُن کي پنهنجي هنڌ تي سُمهاريندو هو، اُن سان گڏ پاڻ بہ سُمهي پوندو. سُک ديوَ جي سُمهڻ ڪان پوءِ بيرو پونگڙي کي آهستي هُن ڪان ڌار ڪري هيٺ رکي ڇڏيندي هئي. ڪٽ جي پائي سان پنهنجو ٻوٽ لڳائي هوُ سُمهي پوندو هو. صبح جو اُٿندي ئي سُک ديوَ پهرين ڪُتي کي ڳولهيندو. منهنجو راڪي... منهنجو راڪي.... ڇئي ڪري پيار ڪندو هو. ماءُ ڪان ڪٽوريءَ ۾ کير وٺي هُن جي نڙيءَ ۾ نچوڙيندو هو. ڇڳيءَ طرح اکيون بہ نہ کُلڻ جي ڪري، هوُ هلندي هلندي ڪڏهن ڪنهنجي پيرن سان ٽڪرائيندو هو تہ ڪڏهن ڪنهنجي...! هڪڙي ڏينهن سُک ديوَ صبح جو اُٿندي ئي هُن کي کير پياريو. هُن کي هنج ۾ ڪٽي چبوتري تي ئي ماني ڪائڻ ويهي رهيو. ”هُن پونگڙي کي هنج مان لاهي ڇڏ... رنڌڻي ۾ بہ هِن کي ساڻ ڪٽي...! ڇا گند ڪري رکيو آهي ٻنهي گهر ۾.“ بيرا ٻنهي کي ڇڙٻيو. ڇڙٻ ڪائي سُک ديوَ

’راڪيءَ‘ کي سِرُن سان ٺهيل گهر ۾ ٻوڙ تي ويهاري آيو. پرانا ڪاٺي واپس اچي وري هُن کي ڏٺو. راڪيءَ کي اُتي نه ڏسي ڪيترو پريشان ٿيو هو. ڳرديوَ به ٻولها ۾ ساڻ لڳي ويو. حويليءَ جي هڪ هڪ ڪُنڊ ۾ اُنڪي ٻولهي ٿڪا، هوُٻئي سوٽي ڪٽي پيٽين جي هيٺان ڏسڻ لڳا. ڪٿي هِت نه لڪي وينو هجي. اوچتو جوگيندر کي ياد آيو ته چانهن پيئندي ڪجهه دير پهرين هُن ’چئون‘ جو جهيٽو آواز ٻڌو، جنهنکي هُن نظرانداز ڪري ڇڏيو هو. هوُ ماٺ ۾ اُٿيو ۽ ٻنين ڏانهن هلي ويو.

”ڇا ڳالهه آهي، سون جون گنيون ته نه وڃايون اَٿئي صبح سوير. ڇا پيو ٻولهين؟“ هُن کي ڪجهه ٻولهيندو ڏسي فوڄيءَ پڇيس.

”يار، سُکي جو پونگڙو پيو ٻولهيان.“

”ڪيترو وڏو...؟ ڪيئن هو؟“

”ناسي رنگ جو. مُشڪل سان ڇهن ستن ڏينهن جو هوندو. مامي وٺان ڪٽي آيو هو. اِنهن جي نسل به وڏي آهي... اليسران. ٿورا ڏينهن اڳ ويو... ته ضد ڪري بينو... چوي، ڪٽين وچٽو آهي. اَسان به، اُنهن به گهٽو سمجهايو ته ٿورو وڏو ٿيڻ ڏينس پوءِ...!پر هي مڃي ئي نه.. چئي مان ته هينئر ڪٽي ويندس.“ اڳيان پٺيان نظرن سان ٻولهيندي جوگيندر هُن کي ٻڌائيندو رهيو.

”هُن جو ته ڪم ٿي ويو.... پوءِ...!“ ڪندوُ فوڄيءَ چيو.

حيرانيءَ سان جوگيندر هُن جي چهري ڏانهن نهاريو.

”شيتل جي ڪاري ڪُتي هُن کي سيرائيءَ تي ونِي پئي ويئي... مون سوچيو ته ڪو سهو هوندو... ڏمڪايو مانس به... ته هيٺ ڦِٽي ڪري... پر هوءَ تڪڙي پريان واري حد تي ٻُڪي ويئي.“

جوگيندر تيز قدمن سان، اُڪير ۾ ڪندوءَ جي ٻڌايل سيرائيءَ ڏانهن

ويو. اُتي نلڪوُپ جي پار، ڪناري تي پپل پونگڙو ھُن کي نظر آيو. ڪاري ڪُتي پري ٻنين جي پاسي گھمي رهي هئي. جوگيندر ٽپو ڏيئي ڪُتري کي ڪنيو، شايد ڪو ساهہ پر اڻن ۾ باقي هجي. ڪُتري جي ڪومل پيٽ ۽ ڳچي ۽ تي ڏندن جا نِشان هئا. پيٽ جي گلابي حصي ۾ هِڪ ٻن جڳهين تي خون جا ڦيپا ظاهر ٿي رهيا هئا. صبح پينل ڪيرُ ھُن جي مُنهن مان نِڪري رهيو هو. ڪپهہ جي گُچي وانگر پونگڙو جوگيندر جي ٻنهي هٿن ۾ لٽڪيل هو. پونگڙي کي هٿن ۾ سنڀالي هوُبستي ۽ ڏانهن هلڻ لڳو. ڪُتي کي هٿن ۾ کڻي ايندو ڏسي ٻئي جوگيندر ڏانهن ڊوڙي آيا.

”اَمان، ملي ويو راڪي...؟“ گرديوَ چيو.

”مِلي ويو... ملي ويو... منهنجو راڪي.“ چوندي سُکديوَ ڊوڙي جوگ يندر جي هٿن ڏانهن وڌيو.

”ڪُتو تہ تنهنجو ماري ڇڏيائون پُٽ.“ ٻڌائيندي جوگيندر جو آواز ڀاري ٿي ويو.

سُک ديوَ جڻ هڪ پل لاءِ بيجان ٿي ويو. ھُن ٻنهي هٿن ۾ ڪُتو پڪڙيو. اکيون ڦاڙي اُن کي ڏسڻ لڳو. ھُنجي نرم نازڪ چمڙي ۽ تي هٿ ڦيريائين. پوءِ ھُنجي رڙ نڪري ويئي. ”او مان... منهنجو راڪي... هاءِ هاءِ منهنجو راڪي. اوءِ مان... ڪُتي ڪتي آهي، جنهن منهنجي پونگڙي کي ماريو آهي. بيبي، منهنجو راڪي. تون ڪجهہ چوين ڇو نٿو؟“ ھُن پنهنجي پونگڙي جو منهن پنهنجي سامهون سِڌو ڪيو ۽ زور زور سان روئڻ لڳو. هربنس ڪوَر پاسي ۾ اچي بيٺي هئي. بيرو بہ ساڻ ئي هئي. جوگيندر بُت بڻيو اُنهن کي ڏسي رهيو هو.

”بس پُٽ، بس ڪر. اَسين ٻيو ڪُتو وٺي ايندا سين، بس منهنجا لال!“ هربنس ڪوَر ھُن کي ماٺ ڪرائيندي پنهنجي ڇاتي ۽ سان لڳائي

ڇڏيو. گرديوَ کي ڪُتو ڏيندي چيائين ”وٽ دفن ڪري اچ هِن کي.“

”اَسين بي جان ڪُتي جو ڇا ڪنداسين؟“

”نہ امان، منهنجو راڪي، ڪُتيءَ ماري ڇڏيو. اوهہ راڪي... هاءِ.. هاءِ...“

”ڪٽي آيا. مري ويو تہ پري ڦِٽي ڪري اچو ها. ضروري هو ٻارن جو من خراب ڪرڻ؟“ سُکديوَ کي چپ ڪرائيندي بيرا جو من پرجي آيو. ٻوڙها ڳُهن جي اکين مان وهڻ لڳا.

”اَڙي هي.. ڇا پاڪنڊ ڪرڻ لڳي آهي هيءَ سموري ٽولي. ڪُتو ڇا مري ويو، مصيبت اچي ويئي.“ ٽن پُٽن جي ماءُ کي روئندو ڏسي هربنس ڪؤر مُرڪندي چيو. جوگيندر بہ کِلي ڏنو. ٻالهہ بہ کھڙي هئي... ڇا ستن ڏينهن جو پونگڙو ٿي تہ مُئو هو.

”هين.. پاگل ڪتي جا. سپ جا سپ وينا روئن.“ جوگيندر کِلي رهيو هو.

”چُپ ڪر. شير پُٽ ٿي روئين ٿو... ۽ تون هي ڇا پاڳلپن ڪري رهي آهين.“ هُن کِل ۾ بيرو کي ڏمڪايو. وري گرديوَ ڏانهن گهوري، ”ڏسو تہ... اُٺ جهڙي ڏاڙهي منهن تي اچي رهي آهي ۽...“

ڪلندي ڪلندي گرديوَ اکيون اُگهي ڇڏيون. بيروءَ سُک ديوَ کي ڇاتيءَ سان لڳائي چُپ ڪرايو. ”چُپ ڪر منهنجا راجا پٽ. اَسين اڄ ٿي وچي تنهنجي مامي کان پونگڙو وٺي ايندا سين. هِن کان بہ سهڻو. تون روئين ڇو ٿو؟“

سارو ڏينهن گهر ۾ ڏُکہ جو واتاورڻ برقرار رهيو. سُکديوَ راڪيءَ کي ياد ڪري

سُڏڪا ڀريندو رهيو. ٻه ڀيرن جو مُشڪل سان سُمهاريو، ته ننڊ ۾ ئي رڙيون ڪندي اُٿي ويٺو. راڪيءَ کي ياد ڪري وري روئڻ لڳو. ”ڇو ڇوڪرا، ٻچڙي کي ڪُتو آڻي ڏيو... ساڻ وٺي وڃوس ۽ پڳوان نه ڪري، ڇوڪري کي ڪجهه ٿي پيو ته...!“ دادي ءَ سُکديوَ کي ڇاتيءَ سان لڳايو.

شام جو جوگيندر ۽ بيرو سُکديوَ کي وٺي ناناڻي هلي ويا. اُتي سموري آڪاڻي ٻڌائي اڳلي ڏينهن پنهنجي لاءِ هڪ سُنو ڪُتڙو وٺي آيا.

هِن ڪُتي کي پالڻ نپائڻ ۾ هاڻ جوگيندر خاص چاهه وٺڻ لڳو. ڀيريون ٻار گذرڻ کان پوءِ جيئن ماءُ پيءُ ٻئي ٻار کي خاص ڏيان سان پاليندا آهن. ڀيرين اڪيلي سُک ديوَ جو ڪُتو هيو، هاڻ نئون ڪُتو سڄي پريوار جو هيو. هُن جو نالو ’ٽامي‘ رکيو ويو. جوگيندر جڏهن ٻاهران گهر ايندو هو ته ٽاميءَ کي ڪٽي پيار ڪندو هو. هُن جي نرم نرم وارن کي سهلائيندو هو. هڪڙي ڏينهن حويليءَ جي اڳيان ڪاري ڪُتيءَ کي گهمندو ڏسي، موقعو ڏسي هُنکي اهڙي چوٽ رسائي جو هوءَ منڊڪائي هلندي چوُن چوُن ڪري ڀڄي وئي.

ننڍو ٽامي هِنجو آواز ٻڌي پتڪڙن پيرن سان ڊُڪندو ايندو هو. ٽنگن سان لپٽجي ويندو... هُن جي پيرن کي چُمندو هو. ڀرئين ڪُتي وانگر ڪٽي هي ٻه نه مارجي وڃي، سمورو پريوار هِن وشيه ۾ ساوڌان رهندو هو. ٿوري دير لاءِ ٻه هوُ اکين کان پري ٿيندو هو ته سڀ ڳولها ۾ لڳي ويندا هئا. ٽامي ڏينهون ڏينهن وڏو ٿي رهيو هو، پر ڀرين خوف جي ڪارڻ جوگيندر هِن کي پنهنجي کٽ جي پيرن پاسي ليٽائيندو هو. سڀ چوندا هئا - ”سُک ديوَ ٻيبيءَ جو، گرديوَ داديءَ جو ۽ ٽامي جوگيندر جو پٽ آهي.“

جوگيندر کِلي ڏيندو هو. ٽاميءَ کي هوُ هر روز پنهنجي بِستري جي پيرن پاسي سُمهاريندو هو. ڪيترا ڀيرا سُمهندي سُمهندي جوگيندر جي

ٽنگن ۾ ھُن جا لڇيدار وار سَر سَر ڪندا هئا. ھُن جو آلو منهن پيرن سان لڳندو هو تہ ھوُ اُٺي ھُن کي وري پيرن جي وچ ۾ رکندو هو. سوير جِهرڪين جي چوُن چوُن شروع ٿيندي ئي ٽامي ءَ جي بہ چوُن چوُن شروع ٿيندي هئي. اِنهي ءَ سان ئي جوگيندر کي جاڳہ ٿيندي هئي.

جي پر خوراڪ.... جيءُ پر پيار پائي، ٽامي ءَ جو قد ڪجھہ ڏينهن ۾ ئي وڏي ويو. هاڻ ھوُپورو واگھہ لڳي رهيو هو. شير جهڙي وڏي گردن، ھُن جي رهندي رات جو ڏهن ڏهن ٻنيُن تائين ڪو بيگانو بندو بستيءَ ڏانهن اچڻ جي همت نہ ڪندو هو.

اِنهي ءَ ٽامي ءَ کي مارڻ جي لاءِ ساڏو شيتل چوندو هيو. اِنهي ءَ جي مارڻ لاءِ نياپو پائوءَ موڪليو هو. اُنهي ءَ لاءِ دہڇاريندي ساڏو چوندو هو - ”جي فوءِ وجان چڙهہ ڪي آ گئي... لا چوٽ نگاري پي...!“

خبر ناهي تہ فوَج چڙهي آئي هئي، پر ڪُتو لڳاتار ڀوُنڪي رهيو هو. ھُن ڏيان ڏيئي ٻڌو، جڻ ڪو اُنهي ءَ کي زور سان سڏي رهيو هو. باقي غصي ۾ ڀريل آواز ڪُتي جي ڀوُنڪڻ جي شور ۾ دہبجي گم ٿي ويا.

”اَڙي ڪُتي کي پيار سان ٻچڪاري اَندر ٻڌي ڇڏ!“ هربنس ڪؤر جوگيندر کي آواز ڏيندي چيو.

پهرئين پيري وانگر هڪ ٻيو آواز خبردار ڪرڻ لاءِ رات جو گونج بڻجي هوائن ۾ ڦهلجي ويو ۽ پوءِ ٺا... گولي هلي.

گولي ءَ جي آواز رات جي خاموشي ءَ کي چيري ڇڏيو. ڪُتو ڀوُنڪدو ڪوٺي تي چڙهي ويو. وري هيٺ لٿو... ۽ ڪمري جي در تي بيٺل جوگيندر جي پيرن کي منهن سان ڇُميائين. پُڇ لوڏائيندي وري ڀوُنڪدو ٻاهر در ڏانهن ڊُڪي ويو. بيروُچائونٽ تي بيٺل جوگيندر جي ٻانهن اچي پڪڙي. گرديوَ ھُن جي چيلهہ کي ڀاڪر ۾ ڀري ڇڏيو. هڪ پل جي لاءِ جوگيندر کي

خيال آيو تہ سُنو ٿيو جو سُڪديوَ گهر ۾ نہ آهي.

جوگيندر جي پُٽڦيءَ جي پٽ مهيندر ٺاڪيدار کي چئي ڪري ڇهہ مهنا اڳہ هُن کي پوليس ۾ ڀرتي ڪرائي ڇڏيو هو. ڀرتي وٺي ڳوٺ ۾ واپس موڪل تي آيو تہ پهلوانن گهر ۾ ويٺي هُن کي گولي ماري ڇڏي تہ تون پوليس جي نؤڪري ڇو ٿو ڪرين؟

هاڻ ڪجهہ وقت اڳہ ۾ هليل گوليءَ جي گونج جوگيندر جي ڪنن ۾ اچان بہ ڏڪٽيءَ جي لهر وانگر ٻڙي ويئي. ”تون اَندر ڪٽڪ جي ڳوٺين پنيان لڪي وڃ... مان ٻاهر ٿي وڃان.“ چوندي هربنس ڪوئر ٻاهر جي ڦاٽڪ ڏانهن هلي ويئي.

جوگيندر کي لڳو ڄڻ هُن جو ڏاڏو ڀڳل ڏندن واري منهن سان مُرڪي چئي رهيو هو... ”هِن کي چوندا آهن مردانگي.“ هُن من ئي من ۾ فيصلو ڪري ورتو.

”ٺامي وڃ ٺامي. ماڻهو ٿي هيڏانهن اچُ.“ جوگيندر زور سان ٺاميءَ کي واڪو ڪري، پير مان پادر لاهي ڪري اُڇلائي ڏنو. جهٽڪي سان ٻي ٻانهن بيروُڪان ڇڏائيندي ڪُتي ڏانهن ڊوڙيو. ٺامي واپس آيو. هُن کي هاڻ مالڪ جي مرضيءَ جي ڄاڻ پئجي ويئي هئي. پُڇ لوڏائيندي هوُ جوگيندر جو هٿ چتَڻ لاءِ اڳيان وڌيو. بيرو تکڙ ۾ پٽي کي زنجير سان اَٽڪائي، پنئين پاسي ڊورن واري ڪمري ۾ اُن کي ٻڌڻ لاءِ هلي ويئي.

جوگيندر ڇئن پنين مان ٻاهر ڦاٽڪ تائين اچي، آواز ۾ همٿ قائم رکڻ جي ڪوشش ڪندي چيو - ”اچو، اچي وڃو خالصا جي. ڪو ڊپ ناهي.“

”اَسانکي ڊپُ کهڙي ڳالهہ جو ٿيندو... اَسين تہ تريءَ تي جان کڻي ڦرندا آهيون...! لڳي ٿو تنهنجي چمڙيءَ مان ئي ڊپُ نڪري ويو آهي. توکي ٿورو...!“

”سمجھو هاڻ ڪُجھ نہ ڪُجھ اَنهوني ٿيندي...“

ڪڙڪندڙ آواز ۾ نوجوان، جوگيندر جي ڇهن ڦُٽن ڪان بہ ڊگهي شرير جي سامهون نہ جهڙو پي نظر آيو. تيز آواز ۾ گرجندي چيائين - ”اَسانجو حڪم آهي؛ توڪُتو ڇو نہ ماريو آهي...!“

هُن جوگيندر کي ٻُچيءَ ڪان پڪڙي ورتو. گيلهندي هُن ٻاهر وچڻ جي بدران هوُڪمري ڏانهن وڌيو جنهن ۾ بتي ٻري رهي هئي. جوگيندر جنهن ڪمري جي ٻاهر بيٺو هيو، بيرو اِهو ڏنو تہ زنجير ۾ ٻڌل ڪُتو هِن جي پنيان هلي رهيو هو. هُن جي من ۾ آيو تہ جهٽڪي ساڻ هوُ پنهنجي گردن هُن ڪان آزاد ڪرائي. هوُ ڏٻرو ڇوڪرو هُنجي طاقت جي سامهون ڇا هيو ڀلا؟ پر هَٽ هُن جي ڇاتيءَ تائين ايندي ئي ٺڏا ٿي ويا. اَندر ايندي ئي وري هڪ ڀيرو هُن کي ٻُچيءَ ڪان جهلي زور سان جهٽڪو ڏنو. اِسٽين گن جي نلي هُن جي ڇاتيءَ سان لڳائي ڇڏي.

”ڇئو هاڻ ڪري ڇڏيون گولي گندي...“

ٻيا ماڻهو بہ هِن وقت تائين هُن جي پنيان اچي ويا هئا. اَندر ڪٽ ڇڪي ڪري ويهي رهيا. هوُ پاڻ ۾ چار هئا.

”مان بہ... مان... ڳالهہ هيئن آهي جٿيدار جي.. جيئن توهان حڪم ڪريو... اَسين تہ بس... هوُن... هوُن... جي، ڪُتو آهي نہ جو...“ جوگيندر ڳالهہ پوري طرح چئي نہ سگهيو.

ٻين ڪان ڪجھ وڏي عمر جو، وڏي ڏاڙهي، تِکا روش، ليڊر جهڙو لڳندڙ جوان اُٿيو۽ اِسٽين گن جي نلي، هٿ سان هڪ پاسي ڪندي، هوُ ڦرتيءَ سان ويهي رهيو. پوءِ بجليءَ جي روشنيءَ ۾ جوگيندر جي ڇهري کي ڌيان سان جاچيندي پُراڻي ڪوهيل سُڃاڻپ ڳولهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. سُڃاڻپ، هُنن جي ڳوٺ ۾ جيٺ جي ميلي جي اَکاڙي ۾، ڪٻتيءَ جي ٽيم

سان گڏ، جوگيندر جي ٽيم راند کٽي هئي. جوگيندر اُن وقت ڪبڊيءَ جي راند ۾ نئون آيو هو.

اُهو راند جي شروعات ۾ ئي پنجاب جي چاتل سچاتل ڏاوَڪ جوتي سمرائي واري کي پڪڙڻ لاءِ هڪ ڊير جي اڳيان پاسيرو ٿي بيهي رهيو هو. جوتو هُن کي جهڪائي تکڙو پچڻ جي بجاءِ، سدا وانگُر پنهنجي ٻل سان سامهون واري کي مار ڏيئي پنهنجي شڪتيءَ کي پڌرو ڪرڻ تي چاهيو. هُن جي لاءِ هوُ نئون مُڇڙ نوَجوان؛ جوتي جي لفظن ۾، يڪدم دال ڦُلڪو! پر جوگيندر تہ هُن جي سامهون پِٽ ٻڌجي بيهي رهيو، چاڪڻ جو چاتيءَ تي جوتي جا ڏک کائي بہ هوُ هلاڪ نہ ٿيو هو. پوءِ جيئن ريل جي اِنجڻ کنهن اِنجڻ سان وڃي ٽڪرائي. کڙڪ... پڙڪ... ٻئي پِڙجي ويا، ڏسڻ وارن جو ساهہ ٿمجي ويو هو. جوتي وري ڦٽاڪ سان هڪ زوردار ڏک هُن جي چاتيءَ تي نوڪي ڏنو...! سموري اَکاڙي ۾ سيني ڦٽاڪ جو آواز ٻڌو. جوگيندر پل کن لاءِ، بہ قدم پنيان ٿابريو، پر پوءِ اڪ چنبي ۾ ڏُڪ پائيندڙ جوتي جي سامهون اچي ويو ۽ آخرين مُراد تائين پهچڻ کان پهرين، جوگيندر جوتي جي چاتيءَ سان سِڌو ٽڪرائي، هُن جي ٽنگن ۾ ٽنگون اَڙائي ڇڏيون. ٻئي ڌرتيءَ تي سنئون سِڌو چت ٿي ويا. ڪجهہ پلن کان پوءِ ريفري سيٽي وڄائي. سمورو اَکاڙو جوگيندر جي پکش ۾ هو. ڇڻ نوٽن جي برسات ٿي ويئي! ليڊر جهڙو لڳندڙ نوجوان ڪافي ننڍو هيو. پنهنجي پيءُ ساڻ ڏُڪندو اکاڙي ۾ اچي ويو. پسيني سان سمورو تر ٿيل جوگيندر جو بدن اِئين اڳيان اچي ڏسي رهيو هو ڇڻ ڪوئي عجوبو ڏسي رهيو هجي.

”شاباسي... اوءِ جٽ جي جفي کي...“

۽ تڏهن کان جوگيندر جندي ’جافي‘ جي نالي سان مشهور ٿي ويو. هُن نوَجوان کي ياد آيو تہ جوگيندر ڪبڊيءَ جي ساکہ سموري علاقي ۾ هئي.

ماڻهو چوندا هئا... ايندڙ رانديگر کي پڪڙي... اِئين ڪرائيءَ سان چيپياٽيندو هو ۽ هاڻ جندا...! رانديگر جو اڌ پسينو تہ مُراد جي اڳيان بيٺل جندي کي ڏسندي ئي وهي ويندو هو.

”پائو... تون ڪٿي... اُهو جوگيندر سنگھہ تہ نہ آهين، جو ڪبڙيءَ جي راند ڪندو هيو.“ نوجوان پڪ ڪرڻ لاءِ پڇيو.

”آهيان.. تہ اُهوئي پائي!“ جوگيندر سُکہ جو ساهہ پٽيو. ڪالر کي ٺيڪ ڪيائين. نوجوان جي آواز ۾ پنهنجپائي هئي، جنهن هُن جي آتم وشواس کي جاڳايو. هُن کي خبر ئي نہ پيئي تہ جٽيدار جي... چوندي چوندي، هوُ ’پائي‘ چوڻ جي حد تائين پهچي ويو هو.

نوجوان کِلي ڏنو. ”ويهي رهُہ کٽ تي... اِئين ڏوهيءَ وانگر ڇو بيٺو آهين؟“ چڻ ڪجهہ اَٽڪي پوڻ جي ڪري پِٽ جو گهڙيال، ٿوري جهٽڪي سان وري ٽِڪ ٽِڪ ڪرڻ لڳو. پنهنجن جو ٿميل ساهہ قابو ۾ اچي ويو. جوگيندر کٽ تي ويهي رهيو. هربنس ڪوَر سُکديوَ کي وٺي هڪ ڪُنڊ ۾ بيروءَ ڏانهن وڌندي چيو - ”بلبير ڪوَر، کير گرم ڪري وٺ پنهنجن پائرن لاءِ!“

ڪاري پڳڙي ۽ ڪاري لوئيءَ واري هڪ ٻئي نوجوان چيو - ”اَمان، هِن وقت ايترن ماڻهن لاءِ کير ڪٿي بچيو هوندو. کير تہ ڏوهڻ وارا ڪٽي ويندا آهن، يا وڪڻڻ وارا. جيڪو ٿورو بچيو هوندو، اُن ۾ سنياڻ وجهي ڇڏي هوندي. چانهن ئي ٺاهي وٺو. ٿوري ٿوري گرمي بہ شرير ۾ اچي ويندي.“

بيرو مِٽيءَ جي چُلهہ تي چانهہ جو برتن رکي ڇڏيو. هُتي چانهن نهندي رهي، هِتي جوگيندر ۽ هربنس ڪوَر سفائي ڏيندا رهيا.

گذريل سنڪرات تي ’سما‘ ۽ جوگيندر پيري پيري سائيڪل جي پنيان ٺاميءَ جي زنجير پڪڙي، هُنکي بيڙ، بابا ٻڍا صاحب (گردواري) تي وٺي ويا. اُنهن ڏکو ڏيئي هُن کي گرديءَ ۾ گُهسائي ڇڏيو.بيڙ صاحب تان واپس

ايندي ٿي، رات جو جوگيندر پيڻ جي گھر پنجوڙ رهي پيو. صبح سوير گھر پهتا تہ ٿامي پھرين ئي اڱڻ ۾ بينو پڇ لوڏي رهيو هو. اُن جي پنيان بيٺل سُڪديوَ چئي رهيو هو - ”ٿامي اچي ويو... اچي ويو ٿامي..!“

وري اُماس تي ساڌي شيتل کي شيخ ڦتي جي مقبري تي باسيل مينهن جو کير چاڙهڻ وڃڻو هو. هُن راءِ ڏني تہ اُتي کير گھڻو هوندو آهي، ۽ ڪُتا بہ گھڻا هوندا آهن. ٿامي اُتي ضرور رهي سگھندو. جوگيندر شيتل جي ٽراليءَ تي ٿاميءَ کي شيخ ڦتي وٺي ويو. اُتي اُنهن هڪ سيوڪ کي ڏھہ روپيا ڏيندي چيو تہ بيو ڏينهن ٽيڻ تائين ڪُتي کي ٻڌي رکي، نہ کولي...! شام تائين هوُ ٻئي ڳوٺ موٽي آيا هئا. رات جي وقت جڏهن سموري گھر جا ڀاتي گڏُ وينا تہ گھر جو هڪ ڀاتي گھٽ لڳو. اُنهن جي اَندر جڻ ڪنهن جِگر جي سگھہ ڪڍي ڇڏي هئي... ٿاميءَ جون ننڍيون ننڍيون ڳالهيون ياد ڪري سڀئي اُداس ٿي ويا!... ڪيئن ڇئني پاسي هُن جي ڌاڪھئي. ڪيئن هوُ پريوار جي ڀاتين کي جان ڪان وڌيڪ ڀائيندو هو. روز سوير جوگيندر کي ننڊ مان اُٿاريندو هو. جي هوُ نہ اُٿندو هو تہ هُن جي کٽ تي چوڌاري چڪر لڳائي ڀوئڪندو هو... چادر يا رزائيءَ جي ڪُنڊ منهن سان ڇڪيندو... هيءُ آخرين چتاءُ هوندو هو. اُن ڪان پوءِ تہ هوُ کٽ تي ئي چڙهي ويندو هو. ٻئي ٻنين ڏانهن نڪري ويندا هئا... شايد ئي ڪو اهڙو ڏينهن هو جو ٿاميءَ پنهنجو فرض پورو نہ ڪيو هجي. گھر جو ڪو بندو جيڪڏهن جوگيندر سان سختيءَ سان ڳالهائيندو هو تہ ٿامي اُن ڏي نهاري ڀوئڪندو هو. ڪو ڪِل ۾ جوگيندر ڏانهن مارڻ لاءِ هٿ کڻندو... ٿامي هُن جي حفاظت جي لاءِ، مارڻ واري تي ٽِپا ڏيئي چڪ پائڻ جي ڪندو هو.

هونءَ جڏهن بہ دل ڪندي هئي تہ سُڪديوَ واگھہ جي قد واري ٿاميءَ جي مٿان ويهي گھوڙي وانگر سواري ڪندو هيو. ڪڏهن هوُ ٻنين ڏانهن

بال اُڇليندو... ٽامي شڪار وانگر اُهو بال منهن ۾ ڪٽي ايندو هو. هِن ڀيري بہ سُڪديو کي ٽاميءَ جي ڪمي محسوس ٿي رهي هئي. حالات اهڙا هيا جو سُک ديوَ ٽاميءَ کي گهر مان نہ ڪڍڻ جي لاءِ ڪئي منٿون ڪيون. پر ضد نہ ڪري سگهيو. هاڻ ٻار سياڻا ٿي ويا هئا. اُنهن کي جاڻ پئجي ويئي تہ اُنهن جي ڪهڙي ضد پريوار جي لاءِ مهانگي ثابت ٿي ٿي سگهي. رات جو سُڪديوَ ٽاميءَ جي باري ۾ ننڍيون ننڍيون ڳالهيون پُڇندو رهيو. ”جڏهن توهان ٽاميءَ کي ڇڏي هليا ويا... تہ هُن ڇا پئي ڪيو؟“

”ڇا ڪري، پُڇ لوڏي رهيو هو. زنجير ٽوڙي پنهنجي پنيان ڀڄڻ ٿي چاهيائين. ڀؤنڪندي ڀؤنڪندي، ٽِپا ڏيئي ڪري زنجير تي زور وجهي رهيو هو. اَسان ڏانهن ڀولي ۽ معصوم اکين سان نهاريندو رهيو. ڄڻ مِنٿ ڪري رهيو هو... جڏهن ٽرالي ٽاميءَ کي ڇڏي ويئي تہ ٽاميءَ جون مِنٿون ڏسي... ياد ڪري، منهنجي من ۾ اُداسي گهر ڪري ويندي هئي. من ويتر وڏيڪ بيزار ٿيو هو.“

جوگيندر ٻڌائي رهيو هو ۽ سُڪديوَ جي اکين سامهون ٻاڏائيندڙ ٽاميءَ جون موهہ ڀريون اکيون رات جي اونده ۾ اُڀري ٿي آيون. جوگيندر کي بہ پل پر جي لاءِ اِئن لڳي رهيو هو ڄڻ هوُ ٽاميءَ کي نہ، پنهنجي سُڪديوَ کي ڇڏي اچي رهيو هو...! هُن کي لڳي رهيو هو تہ ٽاميءَ جي جڳهہ سُڪديوَ ٿي پنهنجون ننڍيون ننڍيون ٻانهون پساري بيچئن ٿي رهيو هو... ڄڻ چئي رهيو هجي... ”هاءِ هاءِ... او اَمان... مونکي هِتي اڪيلو ڇڏي ڪيڏانهن هليو ويو؟“

پنج ڏينهن هو ٽاميءَ جي ننڍين ننڍين ڳالهين سان هُن جي ڪميءَ کي پرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. صبح سويري ننڍا ڪڙي جوگيندر پنهنجي ڪٽ جي پيرن پاسي ڪان ٽاميءَ جي ڇوُن... ڇوُن... جو اِنتظار ڪري... اُداس

ٿي ويندو هو. ڇهين ڏينهن ڪوني تي چڙهي سُڪديوَ خوشيءَ سان ٽِپا ڏيڻ لڳو. ڊُڪندو هيٺ لهي آيو ۽ چيائين - ”ٿامي اچي ويو... اَري هوُ پنهنجو ٿامي اچي ويو.“

ٿامي ٻه پيرا موٽي آيو هو ۽ پريوار جي ڀاتين جي من ۾ جاءِ ويلاري ڇڏي هئائين. اُن پُرجوش موهه جي جار ۾ هُن کي ڪڍي ٻاهر ڪرڻ سان هُنن سيني جي اَندر جڙڻ ڪو انگه پڪ ٿي پڪ بيڃان ٿي وڃي ها.

”توکي پنهنجي جان پياري آهي يا نه؟ ڇا مرضي آهي تنهنجي...“ ڇانهن جو گلاس خالي ڪري، هُن ڦرتيلي نوَجوان جوگيندر ڏانهن رُخ ڪري چيو ”ڪجهه ٻه نه.... سِنگها... تون فِڪر نه ڪر. ڳالهه ڪري ٿا ونون.“ وڏي ليڊر لڳندڙ نوَجوان هُن کي شانت ڪرائڻ خاطر چيو.

نوَجوان جي اکيُن جي اڳيان ور ور ڪري راند جي ميدان جو سوُرمو ’زندهه جافي‘ گهمي رهيو هو. اُنهيءَ جهڙو بهترين کِلاڙي نهڻ هُن جي ٻال من جي اِڇا هئي. حالات جي طوفان ۾ هُن جي اِڇا دٻجي، هارائجي، وسامجي ويئي. گذريل وقت جي دوڙ کي هوُ ڇانهه پيئندي پيئندي کوٽي رهيو هو... جنهنجي هيٺان تانبي سمان ڏوڙن وارو طاقتور پنو، ويڪرو سينو، سوايپماني ڏيل وارو شرير چمڪي رهيو هو. اکاڙي جي گردي سار اهه ڪندي اُن ڏانهن نهاري رهي هئي. جوگيندر جي راند ڪرڻ جي اَدائگي ۽ مردانگيءَ جون وسري ويل ڳالهيون هُن جي ذهن ۾ اُڀري رهيون هيون. هو سهڄ سڀاوَ سان جوگيندر ڏانهن مخاطب ٿيو. ”ڀائو - اَسين ٻه تنهنجا ئي ڀائر - ڀائيٽيا آهيون. قوَم جي خاطر گهر ٻار ڇڏي راتين جو ٿا ڀٽڪون. سرڪاري لشڪر ڪُتن سمان اَسانجي خون جو پياسو رهندو آهي. رات جي وقت ئي ٻاهر نڪرڻ ٿيندو آهي. جي توهان ڪُتا پاليندا... اُهي ڀوڪندا، ڏاڙهيندا، چڪ پائيندا، اَسانجو رستو روڪيندا، تون پاڻ سياڻو آهين!“

جوگيندر جڻ چپ چاپ هڪ سُٺي شاگرد سمان ماسٽر جا ويچار ٻڌي رهيو هو.

”اَسان کي ئي نہ، توهان کي بہ کھڙو ڪم ڪرڻو آهي. تون خود پاڻ ڏس، سينا جي ڪرمچاريءَ وٽ ڇا ٿيو هو.. تنهنجي پاڙي ۾ ئي...!“

جوگيندر جي علائقي ۾ پندرهن ڪلوميٽر جي فاصلي تي ڪرمچاري صوبا سنگهہ جي گهر، ٿي مهنا اڳہ مُقابلو ٿيو هو. ٻجهہ جو پنو پوڻ تي اَمن چئن ۽ سلامتيءَ واري لشڪر سموري علائقي کي گهيري ڇڏيو. سڀني مردن کي گهرن مان ٻاهر ڪڍي گهرن ۾ پهتا. گهر ۾ لِڪي ويٺل ظالم حاڪمن گ وليون هلائيندي اِهو ڌيان رکيو تہ گهر جي ماڻهن کي نقصان نہ ٿئي. ٻن ڪلاڪن جي مقابلي ڪان پوءِ جڏهن سلامتي لشڪر جو هڪ سپاهي ماريو ويو، ۽ هڪ اِنسپيڪٽر زخمي ٿي ويو، تہ ڪمند جي ٻنيءَ جي پاسي ڪان گوليون هلڻ بند ٿي ويون. حفاظت ڪرڻ واري اڏڪاريءَ گهر ۾ لڪل سڀني ماڻهن کي ٻاهر اچڻ جو حُڪم ڏنو. سينا جي ڪرمچاري صوبا سنگهہ ۽ اُنجا ٻئي پُٽ هٿ مٿي ڪري ٻاهر آيا. هُنن مٿان پريوار جون اکيون ٽِڪيل هيون. گهر مان نڪرندي ئي سامهون ڪان ٺاڙ... ٺاڙ... گوليون هليون هُيون. اُنهن ٽنهي پيءُ پٽن کي اُتي ئي ڍير ڪري ڇڏيو. اڳلي ڏينهن پنجن خطرناڪ اُگ ٖروادين جي مرڻ جي ۽ ڪرمچاري صوباسنگهہ جي گولين سان ٺاڙ ٺاڙ.. ڏو ڏو سڙندڙ گهر جي خبر ٿي.وي. تي ڏيکاري ويئي هئي. ٽِن ڏينهن تائين علاقي جي سڀني نوجوانن کي پڇا لاءِ قبضي ۾ ڪٺي اُنهن تي ظلم ڪيو ويو. اُنهن ڪان اُتي جي ٻين پهلوانن جي بہ جاڻ گهري ويئي.

”اهڙو ئي ٻرندڙ دونهون ڪنهن بہ گهر مان نڪري سگهي ٿو. اَسانجي بہ ۽ تنهنجي بہ. ڪنهن بہ گهر مان...!“

ڳالهہ پوري ٿيڻ ڪان اڳہ ئي هربنس ڪوڙ چيو - ”اي پٽ، توهين اَسان

جي لاءِ تہ قربانيون ڏيندا آهيو... پنٿ لاءِ زندگانيون قربان ڪندا آهيو. مان صدقي... توهين ڇا پراوا آهيو... جيئڻ چوندا..." هربنس ڪؤر کي خبر ئي نہ پيئي تہ هوءَ نِڙيءَ ۾ ڳالهہ چوندي چوندي ڪڏهن دِل جي اونهاين سان چوڻ لڳي. "پٽ منهنجو تہ پنهنجو پاڙيجو اڳين سال شهيد ٿيو هو... ٽِن پينرن ۾ هڪ ئي پاءُ...!" چوندي چوندي هُن جو من پرجي آيو. پاڙيجي جي موت جو هُن کي گهٽو دُکہ هو. هُن کي ياد ڪري اڪثر هُن جون اکيون پرجي اينديون هيون. ننڍي پيڻ جو دُکہ هُن کان ڏٺو نہ ويندو هو. دکہ تہ هُنکي پنهنجي گهوٽ جي پائيٽيي مهيندر جو بہ گهٽ نہ هيو، جنهنکي فقط پوليس ۾ پرتي ٿيڻ جي ڪري ٻلوانن ماري ڇڏيو. هاڻ هُن کي پائٽيي سُکونت سان گڏ ئي مهيندر بہ هُنکي ٿانيدار جي ورديءَ سان سجيل ڏسڻ ايندو هو، جڻ هوُ ڇئي رهيو هو... "مامي مئو تہ مان بہ نہ آهيان. منهنجي ڳالهہ بہ ڪر..."

هربنس ڪؤر خبردار ٿي ويئي. ڪٿي اُنهن مهيندر واري ڳالهہ تہ نہ ٻڌي ورتي. هُن مهيندر کي هٿ جوڙي پنيان ڌڪو ڏيئي ڇڏيو ۽ سُکونت کي اڳيان وٺي آئي.

"نالو تہ توهان ضرور ٻڌو هوندو سُک ديوَ 'نينرڪيان' واري جو... اَسانجي پڦڙ جي ڌيءَ وٽ ڇيني (ڳوٺ جو نالو) ۾ پنهنجي ماءُ ۽ ننڍي پاءُ سان مِلڻ لاءِ گهرايو. خبر ناهي رات جو ڪيئن لشڪر چڙهي آيو. سمورو گهر گهيري ورتائون. اُتان جي ننڍا ڪڙن ماڻهن کي اُٿاري قطار ۾ بيهاري پڇڻ لڳا - "سُکوَنت ڪير آهي؟ ٻاهر هليو اچي." هوُ ٻاهر آيو جيئن گهر جي ٻين پاتين کي هوُ ڪجهہ نہ چون. بس، پوءِ تہ پٽ ڪجهہ نہ پڇ. هربنس ڪؤر اکيون بند ڪري ڇڏيون، ڪن پڪڙي توبهہ ڪئي.

اِهو درد اُها ماءُ ئي ٿي ڄاڻي جنهنجي اکين جي سامهون اُنجي

لال جون ٽنگون ٻانهون پيچي، گاڏيءَ ۾ اُڇلائي ڪٽي ويا.

ڪيترا ڏينهن اُن ڪان پوءِ پنچايتون پٽڪنديون رهيون. نه ڪو ٻڌي، نه ڪو ڏيان ڏي. چون ''اِن نالي جو ڇوڪرو اُنهن پڪڙيو ئي ناهي. اَسان کي ته ڪجهه خبر ناهي.'' پندرهن ڏينهن ڪان پوءِ اخبارن ۾ خبر آئي سُڪوَنت سنگهه ڪنهن مقابلي ۾ ماريو ويو.

هربنس ڪؤر کي خبر ٿي نه پيئي ته سُڪوَنت جي داويداري ڪندي هوءَ پنهنجو پاڻ کي وساري ويني هئي. اکين مان لڙڪ زار زار وهي رهيا هئا. مٽي تي پيل رئي سان اکيون اُگهي رهي هئي.

''چُپ ڪر اَمان، شهيدن جي موت تي روئبو ناهي. مائي ياڳو ٿي وڃ.'' ڪاري پوشاڪ واري چيو. هُن جي آواز ۾ سختي هئي. هربنس ڪؤر اکيون اُگهيون ۽ ساوڌان ٿي ويئي.

جوگيندر اصلي مُدي ڏانهن ڌيان ڇڪائي صفائي ڏيڻ چاهي. ''بس ڪُتو اِئين ئي چوريءَ چڪاريءَ جي دٻپ ڪان رکيو هو. هڪ پيرو، سرديءَ ۾ اَسين اَندر سُمهيا رهياسين، ڪو اَسانجي موٽر جو پنکو لاهي ڪٽي ويو...''

ڪاري پوشاڪ واري هُن کي ٽوڪيو - ''قوم جي پهريواري اَسان جي ذميواري آهي. نه توهان کي ڪنهن چوريءَ چڪاريءَ جي کهڙي چنتا...! ڪُتا ماري، ٻتيون وسائي رکندا ڪريو. ڪنهن ڪان خطرو هجي ته اَسانکي ٻڌايو. توهانجي سامهون سموري ڪلاقي کي خبر آهي ته اَسان نموُلي ڳوٺ واري لُٽيري کي ڪيئن سزا ڏني هئي. اَسانجي نالي سان ڪجهه ماڻهو غلط ڪرتوت ڪندي مِليا آهن. پئسا گهرندا آهن... ڪا اهڙي تڪليف هجي ته اَسانکي ٻڌايو.''

''نه اهڙي ڪا تڪليف ناهي جٿيدار جي. بس گروءَ جي مهر آهي.'' جوگيندر جهڙا تهڙا هٿ جوڙيا. هربنس ڪؤر اجان حساب ڪتاب ۾ لڳي

پيئي هئي. اُنهن جي سار اهه ڪرڻ لاءِ چوي ته اُنهن جي هٿان ڪيل ڪيترن بهتر سُڌارن جي ڪري غريبن جا وهانوَ- شاديون ڪرڻ سولويون ٿي پيون آهن. پهرين ته بار اتين جو ڪاڏو پيتو ئي ڪار ائڻ وارن کي ڪائي ويندو هو. هاڻ ته ڪنهنکي دان دهيج ڏيٺو به هجي ته هڪ وقت ته نٿو ڏجي! پنهنجيءَ هستيءَ اَنوسار قِسطُن ۾ ڏيئي سگهي ٿو. پر هُن جي اَندر جي ڏاهپ واري زال پروڙي ورتو ته ليڊر لڳڻ وارو نوجوان هلڻ جي لاءِ اُٿي بيٺو هو. سار اهه ڪري اُنهن کي وڌيڪ روڪڻ جي ضرورت نه هئي.

نوجوان جوگيندر جي ٻانهن ۾ آيل سُڪديوَ جي مٺي تي هٿ ڦيريو ۽ جوگيندر سان هٿ مِلايو. پوءِ وڌڙي نوجوان ساڻ پنئين دروازي ڪان ٻاهر نڪري ويو.

سيني ڪان پوءِ چست، ڦڙتيلو ڏسڻ وارو نوجوان ويو. جوگيندر جي پاسي ڪان نڪرندي گردن موڙي هُن مُرڪي نهاريو ۽ چائونٽ پار ڪري ويو. سهج ئي جوگيندر جو هٿ پنهنجي ڪالر ڏانهن هلي ويو، جتي اَسان گردن جي مٿان واري چمڙيءَ تي چڪ محسوس ٿي رهي هئي. هُن جي شاه رڳ تي لڳل مُڪن جو احساس اجان به جوگيندر کي خون چوسيندڙ جِر جيان لڳي رهيو هو.

جوگيندر اُنهن کي حويليءَ ڪان ٻاهر چڙهڻ آيو. ڳالهين جو آواز ٻڌي ٿامي هڪ پيرو وري پوُنڪيو. ”چڱو ته وري، پلجو نه، پر هِنن سنگهن جو هِن پاسي اچڻ وڃڻ لڳو رهندو. هي بندا ملندا رهندا. ڪا تڪليف هجيوَ ته ٻڌائجو.“ ليڊر نُما نوجوان جوگيندر جي ڪُلهي کي ٿپريندي پنهنجي ساٿين کي چيو - ”هلو ڀائي سِنگهو.“

جوگيندر سنگهه چپن ۾ ئي پڙ پڙ ڪري رهيو هو. ”جيئن... گروُ ڪرپا...“ چُست ڦرتيلي نوجوان وري ساوڌان ڪندي چيو ”چئن پنجن

ڏينهن ۾ اَسين هِتان نڪري رهيا آهيون. ڪُتي جو نالو نشان نہ ڇڏڻ ڪپي... ٻنيون وسائي رکجو... ساڻ ڪالونيءَ وارن کي بہ چئي ڇڏيو.“ هُن ڪندُوڻ وچيءَ جي نلڪوپ تي پرندڙ بلب ڏانهن اِشارو ڪيو.

”ست وچن جي“ هربنس ڪؤر ٻئي هٿ جوڙي ڇڏيا هئا.

هوُ رات جي اوندهہ ۾ سيرائيءَ (ٻن ٻنين جي وچ ۾ مِٽيءَ سان ٺهيل سيما جو نشان) سان گڏوگڏ هلندا هليا. جوگيندر ۽ هربنس پنيان مُڙيا. سُڪديوَ ۽ ٻئي ڇوڪريون بيرو سان گڏ ٻاهرين در تي بيٺيون هيون. اَندر وچي جوگيندر دروازي جو ڪڙو لڳائي رهيو هو تہ ٽيئي ٻار جوگيندر سان چنبڙي پيا. هربنس ڪؤر آسمان ڏانهن منهن ڪري، ٻئي هٿ جوڙي اَرداس ڪري رهي هئي. ”ڌن.. ڌن، بابا ٻُڍا صاحب. اڄ تو پنهنجا هٿ ڏيئي بچايو آهي. هي ايشوَر، تنهنجا لک لک شڪرانا، سچي پاتشاهہ..“

هوءَ اَرداس ڪندي رهي، ٻار پيءُ کي پيار ڪندا رهيا. جوگيندر پنهنجي لونڊڙيءَ سان چنبڙيل پلپلي ڄر کي ٽوڙي مروڙي ڦٽي ڪري رهيو هو، جنهن هُن جي اَندر جو خون چوُسي ڇڏيو هو. هوُ نِستو، ساٽو ٿي بِستري تي پئجي ويو.

پريان... سيرائيءَ سان گڏوگڏ ويندڙ نوَجوان ۾ ليڊر جهڙي لڳندڙ نوجوان چئي رهيو هو - ”پنڌرهن ويهہ سال اڳ هُن جي ڪبٽي ۽ ٽوليءَ جي واهہ واهہ هئي. گهر گهر ۾ زنده جافيءَ جو نالو گونججندو هو. بيپناهہ زور هو جٽ ۾... ڪبٽيءَ ۾ ئي نہ.. هونءَ بہ سورمو هيو. هڪ ڀيري نہ....!“

هوُ جوگيندر جي جوانيءَ جي ڏند ڪٿا ڇيڙي وينو. هيءُ تِن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن ڪبٽيءَ جومُريدن هُن جو نالو ”زندهہ جفي جافي“ رکي ڇڏيو هو. ممڪن آهي تہ نالي کي سِڌ ڪرڻ لاءِ هُن هيءُ ڪارنامو ڪري ڏيکاريو. هڪ رات چور هُن جي گهوڙي کولڻ لڳا. آهٽ ٻڌي هُن گهوڙي جي

لغام کولڻ واري جي گردن کي پنهنجي ٻانهن ۾ ڇيپاٽي ڇڪيو. ٻئي بندي ھُن تي لٺ سان وار ڪيو. وار سهي ڪري ٻه ٻيهر لٺ پڪڙيائين، پر گردن نه ڇڏيائين. گوڙ مچائي ڇڏيائين. آسي پاسي ۾ سُمهيل ماڻهو جاڳي اُٿيا، ڳوڙ ٻڌي ڀڄي ويا. جوگيندر جي ڇيپات ۾ ماڻهو لُڇندو رهيو، تڙپندو رهيو. زمين تي ڪِرندي ئي هُن جي ڇيلهه سان ٻڌل ڪپڙي مان پِستول ڌرتي ءَ تي اچي ڪِريو. ٺوري ٻه ڍِل ٿئي ها ته هوُ پنهنجو ڪم ڪري ڇڪو هجي ها. جِندي (جوگيندر) ڪيترو جوکم کنيو هو. هونءَ ٻه هوُ خطرن کان گهبرائڻ وارو نه هيو. اُن کي ڪڏهن اِئين لڳندو هو ته هُن جي ويڪري سيني ۽ مظبوط پُٺيءَ کي ڏسي، ڪنهن ڪويتا چئي هوندي، جا پرائمري ۾ پڙهائيندي، هُن جو دوست گجن ڦگواڙيا جو هُن سان ساڳئي درجي ۾ پڙهندو هو، وڏي آواز ۾ زور سان ڳائيندو هو -

مان جاڻنو ديش پنجاب جو، مونکي يارت تي آ مانُ

منهنجا ڏورا فولاد جا، ڇاتي آهه چَٽان

هُن کي محسوس ٿيو ته هاڻ هوُ پنجاب جو گبروُ نه رهيو آ. هوُ ڇئن ٻارن جو پيءُ.... ڏهه ٻارهن ڪلو زمين کيڙي گهر گرهستي هلائڻ وارو ساڌارڻ جٽُ هو، جنهن ٻن پٽن جي لاءِ اڻپوري زمين ڏِسي پُٽ کي پوليس ۾ ڀرتي ڪرائي ڇڏيو هو. مهيندر جي پوليس ۾ ڀرتي ٿيڻ جي ڪارڻ مارجي وڃڻ کان پوءِ ٻه جنهن پوليس ۾ رهڻ قبول ڪيو هو. هُن کي پنهنجي ٻنهي ڌيئرن جي شادي ٻه ڪرڻي هئي. هونئه ٻه ڇوڪري جي هِت رهڻ سان هُنکي گُمان رهندو هو ته جوان پُٽَ ٻئي پاسي نه هلي وڃي؛ يا پوليس وارا ئي نه پڪڙي وڃن. ڇوڻ لاءِ ته هُن جي ٻانهن ۾ اَجان ٻه سگهه قائم هئي. اڄ ٻه هوُ ٻنيُن ۾ ڪک-ڪانا کِن پل ۾ ڪوٺي پوُرا ڪري ڇڏيندو هو. ڪڏن جي مِٽي برابر ڪري سگهندو هو. ڳوٺ ۾ ڏاتارن جا اوزار نهرائيندي لوهار جو آهرن پنهنجي مٿي

کان مٿيرو ڪٽي سگهندو هو. هُن ۾ سواپيمان ۽ جوش اڄ بہ هو. پر وري ڪڏهن ڪڏهن هُن کي لڳندو هو تہ هُن جا ڏينهن هاڻي لڏجي ويا هئا. ڏينهن جي تيز اُس ۾ رات جي ڪاراڻ ۽ خون جو رنگ گڏجڻ لڳا هئا.

هاڻ پنجابي گبروُديش تي مان ڪرڻ وارا نہ رهيا هئا. اُهي چوندا هئا دهليءَ اَمرتسر تي فوَج موڪلي حملو ڪرايو آهي. اَسانجو ’اَڪال‘ تخت ڪيرايو آهي. دربار صاحب جي پريڪرما خون سان رنگي ڪري، فوَجين کي بوٽن ساڻ وهشت جو ناچ نچايو آهي.

تڏهن بہ هُنکي گهٽ دک نہ ٿيو هو، جڏهن سيني پاسي شهرن ڳوٺن ۾ ڪرفيوُ لڳل هيو. چٽني پاسي مِلٽريءَ جون گاڏيون ڊوڙ اُڏائيندڀون ڦرنديون هيون. ماڻهون گهرن ۾ قيد ٿي رهيا. ٻاهر جون مهني جي تِکي اُس هئي ۽ روح جي اَندر دربار صاحب تي ٿيل حملي ۾ هلندڙ ٽئنڪن جي گڙگڙاهٽ، ڌماڪن جي تابش هئي. پنهنجي پنهنجي آستانن مان ٻاهر اچي، هارِي هڪ ٻئي سان پنهنجو دُک سُک ونڊيندا هئا. ريڊيو تي ايندڙ خبرون ٻڌندا هئا. ساڏي شيتل کان بي.بي.سي. جون خبرون ساڻ، روح ۾ ڏکٽي پئدا ڪندڙ تفصيل ٻڌندا هئا. ٽانداڻ ٻپهريءَ جو ٽراليءَ جي چانوَ ۾ ڪندوُفوَجي، ساڏا شيتل، جوگيندر، هُن جي چاچي جو ننڍو ڇوڪرو وينا هئا. اوچتو سوٽي جي ٻنيءَ تي اُسري آيل وٽن جي پاسي کان بہ ماڻهو اُنهن ڏانهن آيا. ويجهو اچي فتح (واهگرو جي کا خالصا، واهگروُجي کي فتح) چوارائي، هوُ ڳوٺ مان اَمرتسر ڏانهن وڃڻ جو رستو پُڇڻ لڳا. هوُ هڙڻ (ڳوٺ جو نالو) ڏانهن دربار صاحب تي ٿيل حملي جي خبر کي برداشت نہ ڪندي، ٻن ڏينهن کان اَمرتسر پهچڻ جي لاءِ نڪري چڪا هئا. رستي ۾ جڳهہ جڳهہ تي مِلٽري جڻ مُشڪ سُنگهندي ڦِري رهي هئي.

جوگيندر بہ پل ترسڻ لاءِ چيين تہ چيائون - ”گروُگهر ۾ باهہ لڳي هجي

تہ سنگهن جي من ۾ ٽِڪاڻُ ڪيئن ٿو اچي سگهي؟ اَسان کي هڪ گلاس پاڻي پياري، سُر سنگهہ جو رسنو ڏسي ڇڏيو. اُتي ٻڌو آهي بابي وٽ ماڻهو جمع ٿي رهيا آهن.“

وينل جوگيندر کي لڳو تہ آيل ماڻهن هُنن جي منهن تي چماٽ هڻين هجي. هوُ ايترو پريان کان لڪندا لڪائيندا گروُگهر پهچڻ جي ڏُن ۾ وڃي رهيا هئا ۽ هي گروءَ جي گهر جي بلڪل ويجهو رهندي بہ ريڊيو تي خبرون ٻڌي من کي آٿت ڏيئي وينو هو. هُن جي من ۾ ٽڪاڻُ نہ هو. پر تڏهن بہ هوُ اَجان تائين اُتي ئي وينو هيو.

ٻئي هٿ ٻڌي ساڏي شينل چيو ”ست وچن مهاپُرش سائين، گروُ توهانجو پلو ڪري. توهان اَسان کي سُجاڳہ ڪيو آهي... تہ پيءُ جي پڳڙي لٿل هجي تہ پُٽ هٿ ٻڌي ويهي نہ رهندا. هاڻ توهان بہ گهڙيون ترسو. جل پيئو. اَسين بہ توهان سان هلي رهيا آهيون. مان گهر ۾ خبر ڪري اچان.“ هُن سوالي نظرن سان جوگيندر ڏانهن نهاريو ”چو پائي...!“

”هل، اُٿ هلون ٿا.“ جوگيندر کان پهرين ئي هُن جي چاچي جي پُٽ ۽ سُرجيت چئي ڏنو. ويندي ويندي ساڏو شينل ڳائي رهيو هو،

”رڳن ۾ خون دشميش جيءَ جو، ٿي وڃو جنگ جي لاءِ تيار سِنگهو،

اڄ لڄ پنجاب جي تو تي آهي، ڪري ڇڏ ديش تي جان نِسار سنگهو.“

هڪ ڪلاڪ کان پوءِ هي سڀ سُر سنگهہ ڏانهن وڃي رهيا هئا. اُتي گردواري ۾ متو ٽيڪيو. بابي جي آسيس ورتي. ٽوليون ٺاهي صوبي سان لڳو لڳہ هلندي ’لالوُ گهمڻا‘ پهتا تہ اُتي وڏو ميڙ ڪٺو ٿي چڪو هو. اُتي ئي جوگيندر جي ماسيءَ جي پٽ ’نيڪريان وارو‘ سُڪوَنت مِليو جو حملي کان اڳہ پنهنجي ناناڻي جهبال آيو ۽ هِتي ئي اَٽڪي پيو. هِتي ميڙ ۾ ساڏي شينل کي ڏسي سرڪاري اِسپتال جو مکيہ سيوادار، جوش سان هن وٽ آيو. هٿ جوڙي فتح

چوائي، چوڻ لڳو - ”مونکي ڊاڪٽر ڳل گھٽو ئي روڪيو... تہ مُڪا سِيان نہ وڄُ، ناهڪ ماريو ويندين. مون چيو، ”مان تہ گروُمهاراج جي گهر ويندس.“

ساڌي شيتل ھُن جي پٺي ٺپر ائيندي چيو - ”شاباس مُڪا سيان... شاباس. سوُرمن جو زور اُنهن جي سِر ساڻ هوندو آهي. ڪٺ هار ڪرتار تي چڙهي جنگہ جوتڻ لاءِ نڪري پوندا آهن.“

مِلٽريءَ اُنهن کي روڪي ورتو، پر پوءِ خبر ناهي وايرليس تي ڪجهہ ٻڌڻ کان پوءِ اچڻ وڃڻ ڏنو. جڏهن هوُ ’سنگر اٽا صاحب‘ پهتا تہ گرديءَ جو ڏوڪيندڙ سمنڊ اُتي جمع هيو. هيڏانهن هزارن جي ڳٽپ ۾ نِهتا، آڪروش، غم ۽ غصي ۾ پريل، هيڏانهن اُنهن جي ڇاتيءَ سان مشين گن ساڌي، گاڏيون ڪٽي بينا هئا. مِلٽري لائوڊاِسپيڪر رستي وَرَوَر خبردار ٿي ڪيو. گرديءَ کي ڇڙ وِڪڙ ٿيڻ جي لاءِ ٿي چيو ويو... حڪم نہ مڃڻ جي حالت ۾ گولي هلائڻ جو چِتاءُ بہ ڏنو ويو.

ھُنن دربار صاحب وڃڻ ٿي چاهيو. ناسُ ٿيل اڪال تخت جي پٿر ۽ پنجوُ جي ڍير کي اکين سان لڳائي، چُمڻ ٿي چاهيو. زخمي هرميندر صاحب جي مٽي مان وهندڙ خون کي اُگهڻ ٿي چاهيائون. اُنهن مان جنهن کي موقعي جي لاءِ نيتا ناهيو هئائون، اُن چيو بہ هو، تہ چُپ رهنداسين. دربار صاحب جو درشن ڪنداسين، لڙڪ وهائي پرڪرما ڪري ماٿ ۾ موٽي اينداسين.

پر ڪير ٻڌي؟ لائوڊ اِسپيڪر وَرَوَر خبردار ڪندو ٿي رهيو. گولي هلائڻ جي ڌمڪي ڪنهن بہ پل ۾ سچ ٿي سگهي ٿي. شام وڏيڪ گهري ٿي رهي هئي. رات ٿيڻ کان پهرين ڳالهہ هڪ پاسي ٿيڻي هئي، اِهو طئہ هو. ساڌا شيتل بابا ديپ سنگهہ جي ’وار‘ (اشتپدي) ڳائي رهيو هو:

”سنگهہ اَرداس گذاري پلئہ ڳچيءَ پاءِ،

جي وينا اسانجي سيني تي ڏيرو لڳائي،

مان پٽرن ۾ وچي پوندس ڪرپاڻ هلائي،

مان پاٺ ڪريان رهراس جو، خون ۾ نهائي،

مان پيتا چڙهايان سِرَ جي، امرتسر وچي ،

مان جام شهادت جو پيئندس، آخر تائين وچن نڀائي.“

شيتل سِرڙو نوائي اجان آخرين وچن اُچاريا ئي هئا ته هُتان ”تاڙ... تاڙ...“ گوليون هلڻ شروع ٿي ويون. ڊُڪ ڊوڙ مچي ويئي. گردي چِڙوڪڙ ٿي ويئي. انڌيرو ڇانئجي ويو. نهتا، ڊپ ۾ قاتل ماڻهو ڊُڪي ۽ بي عزت... رات جي ڪاراڻ ۾ منهن لڪائي ڦِري رهيا هئا. ساڻ ڪجهه هين ۽ به چئي رهيا هئا، ”هُن ڪان سُنو هو ته اُتي ئي گوليون کائي مري وڃون ها..“

سُڪوَنت وَر وَر چئي رهيو هو ”هينئن بيڪاري ۾ مرڻ جو ڇا فائدو؟ مرندا سين ته ڪنهن کي ماري مرندا سين. هينئن ناحق نه...!“ ٻچي ۽ مان اچي قميص لاهي ڇڏي ته ڪٿي رات جي اونداهي ۾ اڇي سفيد ڪپڙي جي چمڪ ڏسي ڪير گولي نه ماري ڇڏي، مُکا پنهنجو پاڻ سان ٻالهائيندو رهيو - ”اِئين بي قصورن کي مارڻ ڪهڙي پوتي ۾ لکيل آهي ئي!“

هوُ اچي هلي ويا. ڇا واقعي هليا ويا هئا؟ رات وري مات ۾ ٿمجي ويئي هئي. هربنس ڪوُر ڇوڪرين کي وٺي ٻئي ڪمري ۾ ليٽي پيئي. بيرو پنهنجي ڪمري جو در بند ڪري اندران ڪڙي لڳائي ڇڏي. پر خوف جو سيءُ ۽ آتنڪ ته بند درن ۾ اَندر گهِري ايندا آهن، ڏڪائيندڙ ٿڌ وانگر.

جوگيندر رضائي ۾ ئي نِستو ٿي پيو هو. هُن جي ڇهه فُٽن جي پربت جهڙي ديهه بي جان ڪاٺ سمان ڪمزور ٿي پئي هئي. ميري خميص جي هيٺان هُن جا ڏورا به جڻ ست ڇڏي وِرامي ٿيا هئا. جوگيندر آتم وشواس ۽ عزت سان جيئڻ ۾ وشواس رکندڙ هو. اڄ ڪيئين لڱل ڪمند جي ڪاني ۽ وانگر پيو هو بيجان...!

ٿامي چپ چاپ پيو هو. لڳو ڄڻ هوُ جوڳيندر جي اَندر پوئنڪي رهيو هو... هُن جي ورهين جي سوچ، هِن جي جيئڻ جو ڍنگ... ماڻهن پاران ڪيل هُن جو تعريفون.. سڀ هِنڪي اڳلي جنم جون آڪاڻيون ٿي لڳيون. پنهنجي نالي سان جڙيل منحصر هُن کي بي معنيٰ لڳڻ لڳا. ڇا هو ... ۽ ڇا ٿي ويو هو.

بِستري تي ليٽيل جوڳيندر کي لڳي رهيو هو، ڄڻ هوُ لزلزي جهڙي ديهہ وارو اڏمُئل نانگہ هو، جنهن ۾ هلڻ، ڏنگہ هڻڻ تہ پري، ڦوڪ هڻڻ جي بہ سگهہ نہ بچي هئي. هوُ حيران هو تہ جڏهن هِنجي ڳچيءَ ۾ هُن ڇوڪري هٿ وڌو هو تہ هوُ مِٽيءَ جو ڍير ڇو ٿي رهيو هو. هُن جا هٿ لڪوي جي مريض سمان ڇو ٿي ويا؟ هوُ ڇو ڪُتي سمان ڳيهيليو ٿي ويو، بيبس...! ورنا... هُن جي بدن کي ڇُهي وڃڻ وارو ڪوئي مائيءَ جو لال اڃ تائين هُن جي مار کائڻ کان سواءِ نہ موٽيو هو. پر هوُ تہ آيا... هُن جو مُلهہ ڪوڙيءَ جو ڪري، هُن جي ڇاتيءَ تي پير رکي، اڳيان لنگهي ويا. هُن جي اَندر ڪيوَل هُن جي سارا هہ ڪندڙ، حاضرين ميڙ، هاڻ هُن کي ڏرتيءَ تي ليٽيل، بي عزتيءَ ۾ غرق ٿيندي ڏسي رهيو هو. ايترو بي عزتيءَ وارو ڪيل هُن اڃ تائين ڪڏهن نہ ڪيليو هو.

هاڻ تہ سمورو ڪيلُ ئي بدلجي ويو هو. هوُ هاڻ راندیگر نہ ٿي، فقط مات ۾ ڏسڻ وارو درشڪ ٿي پيو هو. هوُ ماسيءَ جي ۽ پڦيءَ جي پُٽن کي راند ڪندو ڏسي چڪو هو. اُنهن مان ڪنهن ڪٽيو... ڇاٽي نہ سگهيو هو. پر هار ايو تہ اُنهن جي ماءُ پيءُ ئي هو. مات ڪاڏي هئي تہ خون ڪاڏي هئي... هڪ آتما ڪاڏي هئي.

”او، سڀ خيريت تہ هئي؟“ اڱڻ جي پنيان پاسي کان هُن جو ڇاڇو حويليءَ جي پٽ ٽپي اَندر آيو هو. جوڳيندر وري بہ هُن جو خون هيو. جوڳ يندر ڏانهن اِشارو ڪندي، هُن جو ڇاڇي جئن هُن جي پيءُ جي ڍال بڻجي

بيٺو ھو، پٽ واريءَ کي چٺي رھيو ھو، ”او سمنڊي وارا پٽ! ٿورو اڳيان وڌي ته ڏيکار... اِئين نه سمجھين ته پائرن ۾ قوت آھي. اڪيلو ڏسي منھنجي پاءُ کي ڪير ائي چت ڪري ڇڏيندين...!“

ھُنجي چاچي کي به جوان پٽ ھئا. اُھي فائر جو آواز ٻڌي جوگيندر سان ٿيندڙ ڪارنامي جي ڳالھه ٻڌي به نه اچي سگھيا. پتا کي جُتي پائيندو ڏسي وڏي ننھن چيو ھو - ”باپوُتون ٿانئيڪو ٿي ويھي نٿو سگھين..؟ تون اُتي وڃي ڪري ڇا ڪري ڇڏيندين. ھوُتوکي ڏسي ڪري ھونءَ ئي ناراض ٿيندا، ته ٻيو سواد پيو وٺي.“

ھُن جُتيءَ مان پير ٻاھر ڪڍي ڇڏيو. اِھا ٻي ڳالھه ھئي ته من کي آٿت ڏيڻ لاءِ پٽن جي چوٽيءَ ھُن کي کٽ تي ويھاري ڇڏيو.

”چاچا آرام سان ويھي رھُ.“

”ڪائڻ پيئڻ لاءِ رھون الڳه الڳه ۽ وڙھڻ جھڙھڻ لاءِ ته ڳڏ.“

نيتيءَ ۾ وشواس رکڻ واري چاچي، ۽ اُنھيءَ جي ڇوڪرن للڪار ٻڌي اَندر ئي اَندر پاونائن کي دٻائي ڇڏيو. اُنھن جي مُڪمل ڳالھه اڃان پاڻ سنپاليو ئي ھو ته پاسي ۾ بينل سِپاھي اڳيان وڌيو. اُنھيءَ جوگيندر جو ڪالر پڪڙيو. ڏوڪيندي ڳاڏين ڏانھن ھلڻ لاءِ جھٽڪو ماريو. ٻچيءَ ۾ روح تائين لڳل رات واري زخمن کي جوگيندر ٺيڪ سان مرھم به نه لڳائي سگھيو ھو. اوچتو ئي ھڪ ڪارنامو ٿي پيو. بجليءَ جي تيزيءَ سان ٿامي اچي ويو ۽ شير سمان گرجندي جوگيندر کي پڪڙڻ واري جوان تي جھپٽو ھنيائين. اُنھيءَ جا ڪپڙا، منھن، ڏندن سان تار تار ڪري ڇڏيا. ھُن جي رائيفل ھڪ پاسي ڪِري پيئي. ھوُرڙيون واڪا ڪندي پنيان پڇي ويو. ھُنجي ڳلي ۽ ڇاتيءَ تي ڏندن ۽ پنجن جي نِشانن مان رت جا ڦڙا وھي رھيا ھئا. افسر سميت، سپ ورديءَ وارا ٿاميءَ جي دٻپ ڪان ھڪ پاسي ٿي ويا.

جوگيندر پنهنجي ڪالر کي ٺيڪ ڪيو. گردن تي هٿ ڦيريائين. ٿامي پُٺ لوڏائيندو جوگيندر ڏانهن مڙيو. هربنس ڪؤر پير ۾ پيل سِر ٿاميءَ ڏانهن اُڇلائي پُٺ ورائي پٺي وڃڻ لاءِ چيو. سِر ٿاميءَ جي ٽنگ کي لڳي. هوُ چوُن.. چوُن ڪندو ٻنين ڏانهن پٺي ويو.

ڪِن پل ۾ ٿامي فوج جي پيرن هيٺان ڌرتي ٿي ڪِسڪائي ڇڏي. ٿاميءَ جي وڃڻ تي هوُ پنهنجي پيرن تي بيٺا ته صاحب جو اِشارو پائي، ڪيترن ماڻهن جوگيندر جي مٿان ٻگهڙن وانگر لامارا هنيا. ٺڦون... مُڪا... بندوقن جي پوئين پاسي سان ماريندي، هُن کي وارن کان پڪڙي گاڏين پاسي وٺي ويا. هربنس ڪؤر چوندي رهي - ”ويرا، آيا هئا هوُ. اَسانکي ڇپائون ڪُنو ڇو رکيو اَٿوَ؟ اُنهن اَسانتي فائر به ڪئي. اَسانکي خبر ناهي ته هوُ ڪير هئا، ۽ ڪيڏانهن ويا ۽ توهان به اَسانکي....!“

پر اُنهن جي گارين ۽ رڙين جي شور ۾ واڪا ڪنهن نه ٻڌا. هِن وحشي شور جي پنيان ايندڙ پريوار جون مِنٿون ڪنهن نه ٻڌيون. اُنهن جي جوڙيل هٿن کي ڪنهن نه ڏٺو. ٿامي وري ڊُڪندو آيو. آفيسر رڙيون ڪيون - ”ڪُتي کي ماري ڇڏيو.“

يڪدم هڪ جوان فائر ڪئي، پر ٿامي ڪڙڪو ٻڌي هڪ پاسي ٿي ويو. بچي ويو. جوان وري ٻيهر فائر ڪرڻ ٿي وارو هو ته آفيسر ڇرٻندي چيو. ”رهڻ ڏيو - ڇڏيو هُن کي...!“ شايد هُن کي هربنس ڪؤر جي ڳالهه ٻڌڻ ۾ پئي آئي. هُن سوچي ڇڏيو ته جي ڪُتي کي ماري ڇڏيو ته حڪم ته اُنهن جو ٿي هلندو.

ٿوري دير گهرن ۽ ٻنين ۾ ڳولهڻ کان پوءِ هوُ، جوگيندر، هُن جي چاچي کي ۽ هُن جي پٽن کي گاڏين ۾ ويهاري هليا. پنيان رهيل گهر وارن جي اکين ۾ گاڏين جي ڌوڙ ڇڏي وڃي چڪا هئا.

ٿوري وقت ۾ ٿي آس پاس جي سيني علائقن جا ماڻهو ڪٺا ٿي ويا.

ڪنٽ فوڄيءَ جو ڇوڪرو سائيڪل تي مُکيا کي وٺي اچڻ لاءِ ڀڳو. بابا سوهن سنگهه، هربنس ڪؤر کي هِمٿ رکڻ ۽ ننهن پٽن کي ماٺ ڪرائڻ لاءِ چئي رهيو هو. ڪرڻ سنگهه جو وڏو پٽ گرديءَ کي ڏسي چئي رهيو هو - ”هاڻ ڇا ٿيندو، هوُهِنن کي گولي نہ هٽي ماري ڇڏين.“

”وٺ هاڻ اهڙو بہ انڌير آهي ڇا؟“ ساڌي شيتل اِهو ڄاڻندي تہ انڌير هِن ڪان گهٽو هو، فقط من رکڻ لاءِ چئي رهيو هو. ڄاڻ هيس تہ سمورو ڳوٺ جمع ٿي گوَرنر تائين تارون ڪڙڪائي ڏيندا. پورو زور لڳائي ڇڏيندا يا تہ ڪو قصور هجي بندي جو... بس ناحق... ڳايُن کي ٻڌي وٺي ويا..... سچي پاتشاه... توکي بہ قياس نہ آيو. مان ٿو چوان، اَسانجو بہ ڪو جيئڻ آهي... بلڪل بہ نہ..!“ وري گجوءَ ڏانهن ڏسي چيائين ”گجن سِيان... تون ٽرالي تيار ڪر. هڪ مان بہ ٿو ڪٽان.“ ”تون پري ڪان جِيتي ۽ ديال کي سڏُ ڏي. مان پوروا ۽ صوبيدار کي وٺي اچان. سرپنچ کي رستي تان وٺندا هلندا سين. ڳوٺ مان بہ بندا وٺي هلڻا پوندا. شاباس... منهنجا ويرَ... شاباس! اِئين ڳالهہ نہ ٺهندي، فوَرن پيروي ڪرڻي پوندي.. ورنا...“ دفعيدار صوبا سنگهہ جي پريوار جي لاشن جو منظر هِنن جي اکين اڳيان گهمي ويو. هُن کي ڪنهن اَڻ ٽيٽي ٽيڻ جو ٻپ اَندر ئي اَندر ڪائي رهيو هو.

سڄي ڏينهن جي بربادي‌ءَ ڪان پوءِ جڏهن هوُ گردن لٽڪائي واپس آيا، اُنهن جي ڪنن ۾ سرڪشا اڌڪارين جا لفظ گونججي رهيا هئا.

”هنن آتنڪوادين کي پناهہ ئي نہ ڏيو ها. توهان بہ آتنڪوادي آهيو. رات اِنهن فائر ڪري، ماڻهن کي للڪاريو، پنيان وارن کي اُنهن چيو تہ هوُ کهڙي منهن سان اُنهن جي پنيان ٿا اچن. هاڻ ڪجهہ مهنا مس ٿيا، اُنهن جي ٻنين ۾ هيٽرو مقابلو ٿيو هو.“

”توهان چوندا تہ هوُ آتنڪوادي ناهن. ڏسجو، اِنهن وٽان ئي هٿيار

برامد ڪنداسين. ڪيترن ئي قتلن ۾ اِنهن جو هٿ آهي. مُڇن وارن جون ته نسون ڦڙڪي رهيون هيون. واپس ايندي، اُنهن کي آٿت هئي، جڏهن سرپنچ جي سالي چيو هو ته هِتي جا ڊي. ايس. پي. هُنجو سهپاٺي آهي. هوُ صبح سوير اُن سان گڏ ويندو...''

ايندڙ ڏينهن تي وري ماڻهو ٽراليون ڀري ويا ۽ شام جو مِنٿون ڪرڻ کان پوءِ صفائي ڏيئي اُنهن کي ڇڏائي آيا. مارڪٽ ۽ ضلع سان اُنهن جو حال برُو ٿي پيو هو. وِکه مُشڪل سان ٿي کڄي. ٽنگون سُڄيل هيون، ٽوئين ۽ مٿي جي چمڙي اُکليل هئي. جوگيندر ۽ ڪرم سنگهه چپ هئا. سُرجيت وَر ور ڪري چئي رهيو هو ''مان بندي جو پٽ ناهيان، جو سنگهن سان گڏ نه هليس. هي جيئڻ به ڪو جيئڻ آهي. اِنهيءَ کان ته موُت ڀلو.''

''اوءِ .. ڀوُنڪ نه ڪُتا. زبان کي لغام ڏي.'' ڪرم سنگهه هِن کي چُپ ڪرائي رهيو هو.

''هل ... هل... وڏو سوُرمو آيو آهي.''

''سورمي جهڙو ڇا ناهي اَسان ۾؟ نِهٽن بي قصورن کي ورديون ڏيکاري مارڻ سوَلو آهي... ڪٿي هٿيار رکي ڇڏن... هڪ سان هِڪ مِلائين ته گيسيون نه ڪرايون مان ته چئجو، يا وري اَسانکي به هٿيار ڏين پوءِ ڏس ته ڪهڙي مُلهه ۾ ٽا تورجن.'' هِن ڀيري هُن اڳه کان گهٽ تيز آواز ۾ چيو - ''هيءُ ته ڪيئن به ونٽا ئي پوندا.''

هوُ چوندا رهيا، ۽ جوگيندر سوچي رهيو هو ته هڪ سان گڏ هڪ وارو ته زمانو نه رهيو آهي. هاڻ ته ڪبڊيءَ ۾ به هڪ سان هڪ وارو کيل ختم ٿي ويو آهي. ننڊي بازيءَ ۾ ڪوڏيون وجهڻ سان، وروڌي ٽيم ٽُٽي پوندي آهي. هُن کي محسوس ٿي رهيو هو ته هوُ اڪيلو وروڌين جي گهيري ۾ جڪڙجي رهيو هو. هُن جو انگه انگه سور ڪري رهيو هو. هُن جي شرير تي ڏنبن، مُکن

۽ پٽرن جو درد ايذاءُ ڏيئي رهيو هو.

اوچتو ٽامي ٽِپو ڏيئي اچي هُن جي هٿن کي چٽڻ لڳو. ”بلي بلي... اوءِ... شير! تو جهڙو ڪوئي ناهي.“ جوگيندر ٻارن سمان ٽاميءَ کي پنهنجي ڳلي سان لڳايو. هُن جي مٿي ۽ ڪنن تي هٿڙا گهمائڻ لڳو. ٽامي ٻه موهه ۾ اکيون پوري ڇڏيون. ڪنن کي ڍرو ڪري، ٽنگون ڊيگهاري ڇڏيون، ڄڻ موهه ۾ مست ٿي ويو هو.

جوگيندر کي لڳو ته ڪجهه وقت جي لاءِ هُن جي تن جي پيڙا ختم ٿي ويئي. هڪ پل لاءِ ته اِئين لڳو ته هُن جي سامهون ڊال بڻجي بيٺل چاچي وانگر ٽامي به، ڪلهه هُن جي سامهون اُنهيءَ طرح، هنجو ياءُ بڻجي بيٺو هو. ٽاميءَ کي لاڏ ڪندو ڏسي ساڌا شيتل چوڻ لڳو، ”اِئين ٿي ته ڪونه ڇيو ويو آهي. ڪُتو بندي کان وڌيڪ وفادار ٿيندو آهي. ڪُتن جي پڳتي ڏسي ڪري ئي بابا بگيشاهه ڇيو هو -” اُن بگيئا تون پير منالي، نهين تو بازي لي گئي ڪُتي... هِن ته ڪلهه مردن واري ڳالهه ڪري ڏيکاري.“

سيني کي لڳو ته اُنهن جي اَندر ٽڪيل مردانگي ڪلهه ٽاميءَ جي روپ ۾ پيڪي اُٿي هئي، ٽاميءَ جوگيندر جي گود ۾ سِرُ رکيو هو. اُن کي پيار سان پُڇڪاريندي جوگيندر، من ئي من ۾ اُنکي دوا ڏيڻ جي باوَجود به، بچي وڃڻ جي باري ۾ سوچي رهيو هو. خبر ناهي ڇو، ڪلهه جيئن ئي سي. آر. پي. ايف. جون گاڏيون ڏسڻ هوُباهر ويو ٿي، سُکديوَ تکڙ ۾ ڏُڏ اوتي ٻاٿو اُٻتو ڪري ڇڏيو.

سُکه جو ساهه کڻندي جوگيندر سُکديوَ کي سڏ ڪري پيار ڪيو. ڪلهه هُن جي هٿن سان ٿيندڙ پاپ کان بچائي ورتو. اِنهيءَ پاپ کان ڪيستائين بچائي ٿو سگهجي؟ هُن کي پنهنجي هڏين پسلين ۾ سٽين جي نلي کُٽل محسوس ٿي. ڪالر کي پڪڙيندڙ هٿ جي ڇُيڻ جو احساس ٿيندو رهيو. هُن

جو سمورو بدن پگهر سان ترٽي ويو.

سڄي رات هُن کي عجيب عجيب سپنا ايندا آهن. لڳو ڄڻ هڪ ننڍو اُڏامندڙ نانگ اُڇل کائي هُن جي شاهه رڳ تي ڏنگ هڻي ويو هجي. ڏنگ هُن جي احساس کي ويتر پڇيين چڙهيو. ڄڻ، هُن جي ٻچڙيءَ جون نسون زهر جي اَثر ڪري ڦُٽنديون ٿي رهيون. بدن ڦوڪڻي وانگر ڦُندي رهيو هو. وري هڪدم ڦٽاڪ... سان ڦاٽي پيو. هُن جون ٿلهيون ۽ ٻاڙهيون ٻانهون تُرنت سرير کان ڇڻي ڪري وچي پري پيون هيون. هُن جي ٻچڙيءَ تي اچان تائين سرسراهٽ ٿي رهي هئي. اُهوئي نانگ وري هڪ چپچپي نوڙيءَ جي روپ ۾ بدلجي ويو، جا لڳاتار سوڙهي ٿيندي ٿيندي هُن جو دم گهٽجڻ لڳو هو. هُن رسيءَ کي ٽوڙي ڦٽي ڪرڻ ٿي چاهيو؛ پر هُن جا هٿ ڇُري نه سگهيا. ڄڻ ڪنهن اُنهن مان سموري طاقت ڪڍي ڇڏي هئي. اُن وقت ئي اوچتو ٿامي آيو. هُن جي هِمت ٻڌي ته هاڻ ٿامي هُن جي ٻچڙيءَ جي نوڙي ڏندن سان ڪٽي ڇڏيندو. پر ٿامي ته هُن جي ڇاتيءَ تي چڙهي گرجنا ڪري، هُن کي ڪائڻ اچي رهيو هو.

هوُ ڇرڪ پري اُٿيو. بدن پسيني سان تر هو. اُنهيءَ ويل ٻاهر اڱڻ ۾ ٻڌلُ ٿامي ڀؤنڪي رهيو هو. اڄ رات هڪ پاسي ڪيلِ نوڪي هُن کي اڱڻ ۾ ٻڌو ويو هو. خبر ناهي هوُ ڇو ڀؤنڪي رهيو هو. ڪِٿي...؟

دهشت جي ڦرڪڻي هُن جي پُٺيءَ جي ڪنڊي مان ٿيندي سڄي بدن ۾ گهِري ويئي. ڀؤنڪندڙ ٿامي ڄڻ پنهنجي موٽ کي پُڪاري رهيو هو. هوُ اُٿيو ۽ ٿاميءَ کي ڇين سان پڪڙي اَندر وٺي آيو. پنهنجي کٽ جي پائي سان ٻڌي ڇڏيائين. ٿامي هُن جي هنج ۾ منهن وجهي لڳاتار جتائي رهيو هو ۽ هُن جي من ۾ ٿاميءَ جي لاءِ پيار پرجي آيو. ٻئي پل هُن کي ٿاميءَ کان ڀؤ ٿيڻ لڳو.

”هل ٺامي... آرام سان هُتي ويهه...!“ هُن پيرن وٽ ڌرتيءَ ڏانهن اِشارو ڪيو. ٺامي هُن جو حڪم مڃي پُڇ لوڏيندو اُتي ويهي رهيو. ڪمري ۾ ٻرندڙ بلب کي ڏسي هُنکي خيال آيو ته ٻاهر جو بلب ٻرندو ئي نه رهجي ويو هجي. هُن جي دماغ ۾ اهڙا ورونڌي سوال گهِري آيا. ياد ئي نه آيس ته ٻاهر جو بلب ته هُن پاڻ وسايو هو. يقين ڪرڻ لاءِ وري ٻاهر ويو. ٻاهر گهپ اونده هئي.

ٻاهر اونده آهي... اَندر روشني ڇا ڏيندي؟ اِهو سوچي هُن اَندر جي بتي بند ڪري ڇڏي.

چنتا ۽ ٻُٽين ۾ گُم، نه ڄاڻ ڪهڙي مهل هُن جي اک لڳي ويئي. اک کُلي... ٺامي چوُن.. چوُن ڪري، رجائي ڇڪي ڪري هُن کي آزاد ڪرڻ لاءِ چئي رهيو هو. اُٿي ڪري هُن ٺاميءَ کي کولي ڇڏيو ۽ لاڏ ڪندي ٻنين ڏانهن نڪري ويو.

واپس وريو ته بيرو چيس، ”جي ته نٺو ڪري.. پر ٺاميءَ کي ڪِٿي ڇڏي اچو، يا وري هِنکي ڪجهه وجهي ڏيو... ڪٿي وري نه...! مونکي سڄي رات بُرا سپنا ايندا رهيا آهن.“ هوءَ چنتا ۾ گُم هڪ هيسيل مورتي ٿي پيئي.

بي دِليو ٿي هوُ ڪٽڪ ۾ وجهڻ جي دوا وارن خالي دٻن کي ڏسڻ لڳو. اُتي جا ٿوري گهڻي دوا بچي هئي اُنکي هوُ ٻه ڏينهن اڳ لڳائي چڪو هو.

”سڄي رات سُمهيا ناهيو... سوُر سان سارو بدن ڇڇندو هوندو.... هِنن ڦاسائِڻن جو ڪجهه نه رهي. شڪر آهي رب جو، گرديوَ گهر ۾ نه هو.“ بيرو هٿ ڪٽي جوڙيا چوڻ لڳي ”دواخاني وڃي، پنهنجي پيڙا جي دوا به وٺي اچو ۽ مُکي کان پڇي ڪري...“ بيرو وري زور ڏيڻ لڳي.

ساڏا شينل ۽ جو گيندر پرائيمري هيلٿ سينٽر پهتا. اُنهن ڪنهن کان

مُڪي نهنگ جي بابت پڇيو. ڪجهه پتو نه لڳو. ساڌي چيو- ”پهرين ڊاڪٽر سان مِلي ڪري تنهنجي دوا وٺي ڇڏيون. پوءِ اُنهيءَ کي ڇٽي ڪري ٺاميءَ لاءِ به دوا وٺنداسين. مُڪي جو پتو پُڇي وٺنداسين.“

هوُ پرچي ڪٽائي اَندر ويا. ڊاڪٽر ايندي ئي پڇيو - ”اچو جٿيدار جي.“

”هِن اَسانجي پهلوان جي لاءِ ڪا دوا ڏيو.“ ساڌي جوگيندر ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”ڇا ڳالهه ٿي ويئي جي؟“ ڊاڪٽر جوش ۾ پڇيو.

”بس جي، جنڊ جي پُرزن ۾ اچي ويو هوس. مُشڪل سان پيسجڻ کان بچو آهيان.“ ۽ ساڌي شيتل جي بيان ٻڌڻ کان پوءِ هُن وڏيڪ گنڀير ٿي ڪري گهنٽي وڄائي.

چانٽا چوڪيدار اَندر آيو.

”چانٽا دلباغ کان پُڇ... هلون يا اڄان صلاح ئي ڪندا. جي نه ويا هجن ته اَمرناٿ ۽ دلباغ کي مون وٽ موڪلجنءِ.“

چانٽا وڃڻ جي بجاءِ بيٺو رهيو. مُڇُن ۾ مُرڪندي آهستي آهستي چيائين ”اوجي... ڊاڪٽر صاحب! مُڪا ساڻ وڃڻ لاءِ نٿو مڃي.“

جڏهن کان پرائمري هيلٿ سينٽر نهيو، تڏهن کان مُڪا هِت سيوادار هو. هُن جي ڊيوٽي گهِنٽيءَ جي آوارا ڪُتن کي مارڻ جي هئي. گرمين ۾ خاص ڪري هوُ ڪاڙهي ۾ زهر جي دوائي مِلائي گوريون ٺاهي، ڪڏهن هِن ڳوٺ ته ڪڏهن هُن ڳوٺ ويندو هيو. جتان جتان هوُ گذرندو هو، پنيان پنيان ڪُتن جا لاش وڇائيجي ويندا هئا. هُن کي ڏسندي ئي پالتو ڪُتن جا مالڪ پنهنجي ڪُتن کي پٽيءَ ۽ چين سان سنڀاليندا هئا. ٻين کي به خبردار ڪندا هئا. ”يم اچي ويو. پنهنجا

پنهنجا ڪُتا ٻڌي رکو.“

ڪيترائي سال اڳ مُکا ڍيرن جا ڍير ڪُتا ماريندو رهيو. ڪُتن جا وچايل لاش ڏسي هُن جي من ۾ عجيب سنتوش ٿيندو هو. اڳتي هلي ’مُکا يمر‘ چوڻ وارا ڪلندي هُن کان پڇندا هئا ”ڊاڪٽر! توهانکي ته رات جو سپني ۾ به ڪُتا ئي ڏسڻ ۾ ايندا هوندا..!“

مُکا کِلي ڏيندو هو ”سرڪاري ڊيوٽيءَ کي اِنجام ڏيندا آهيون جي.“

هاڻ ڊاڪٽر چانڊا سنگهه کي چيو هو - ”مُکا کي سڏي اچُ. سرڪاري ڊيوٽي آهي، اِنڪار ڪيئن ٿو ڪري سگهي هو؟“

ڪالهه ٻپهرن جو ڊاڪ سان ڊاڪٽر کي چِٺي مِلي هئي. چِپيل ليٽر پئڊ تي گُرمکي ۾ آگاهه ڪندي چيو هو ته جي هڪ هفتي جي اَندر اَندر علاقي جا سمورا آوارا ڪُتا نه ماريا ويا ته اِسپتال جي سموري اِسٽاف کي ماريو ويندو. هينئان علاقي جي مهاڀلي جرنئلن جا هستاڪشر هئا. ڊاڪٽر گهبرائجي ويو هو. هُن اڇڻ سان ئي ميٽنگ گهرائي ڪُتن کي مارڻ جي لِکت ڊيوٽي اُنهن ڪرمچارين کي ڏني هئي - خاص هِدايت اِها هئي ته ”اڄ کان ئي ڪم شروع ڪيو وڃي. دلباغ ۽ اَمرناٿ کي چيو ويو هو ته هو ٻين بندن کي ساڻ وٺي اُنهن علاقن ۾ هلي وڃن.“

چانڊا هليو ويو ته ڊاڪٽر جوگيندر ۽ شيتل ڏانهن نهاري مُرڪندي چيو - ”ڏسو سڀ سرڪار جو حڪم مڃڻ لاءِ تيار ناهن. اَسانجو حڪم ڪوئي مڃي نه مڃي.“

مُرڪندڙ ڊاڪٽر جو اِشارو مُکي ڏانهن هو. ڪمري ۾ دلباغ ۽ اَمرناٿ کان پهرين مُکا پهچي ويو. بنا ڪنهن کان پڇڻ جي اَمرناٿ ۽ دلباغ ڏانهن نهاريندي چوڻ لڳو - ”هاڻ هِتي ڇا آهي....! مان ئي ته آهيان.... وڃو... مان نٿو وڃان.“

هوُڪُنا مارڻ جي لاءِ اُنهن ساڻ وڃڻ جي لاءِ تيار نہ هو. ”چومُکا ميئان... تنهنجي هيترن سالن جو تجربو.“ ڊاڪٽر مُکي ڳالھ جورُخ بدلڻ چاهيو. ”ها ڊاڪٽر، ڊاڪٽر گِل کي خبر هئي. مون اُنهن کي چئي ڇڏيو... تون نئون آيو آهين...! هِن کي کھڙي خبر ناهي؟“ هُن اَمرناٿ ڏانهن منهن ڪري پنهنجي اَست ويست ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيو. هُن جي ڪرائيءَ تي اِسٽيل جا ٿُلها ڪڙا ڇَن ڇَن ڪري رهيا هئا.

”اَسين تہ پهرين ئي ميگھراج جا احسانمند آهيون. هُن اکيون بند ڪري ڇڏيون. ٻنهي هٿن جا ڪڙڪندڙ ڪڙن وارا هٿ مٿي جي سامهون جوڙيا. هُن جي ڪلپنا جي گھيري ۾ نِردوشن جا لاش هئا. ڊاڪٽر گِل جي هڪ فوجي ڪرنيل دوست سان گڏ هوُماڻهن جي لاءِ دربار صاحب کُلڻ کان اڳہ ئي بلوُاِسٽار کان پوءِ واري اَوسٿا ڏسڻ آيو هو. چڪر تي جمع خون مِٽي مِٽي صاف ڪيو ويو هو. لڳو لڳہ ڪمرن مان سَڙيل ٻڙيل مانس جي بوءِ اچي رهي هئي. گروُرامداس سراءِ ۽ گروُنانڪ نواس جا ڪمرا دونهين سان ڀريل هئا. اڪال تخت ڪِريو پيو هو. درشن ڪرڻ واري پيڙهيءَ ۾ سوراخ ٿي پيا هئا. دربار صاحب سمورو گولين سان ڇلني ٿيل هيو. ماڻهو ڳالهيون ڪري رهيا هئا تہ ڪيئن سکن فوج جو مقابلو ڪيو هو. ڪيئن شهيدي اُتسوَ ڏسڻ آيل سنگت سيڪڙن جي ڳٽپ ۾ ڪباب وانگر پَڇائِي ويئي. ڪيئن شراب پي ڊيرن جا ڍير لاش گاڏين مان ڪڍيا.

وناش... تباهي... خون... سڙيل مانس جي بوءِ....!

مُکا ٻڌندي، محسوس ڪندي، اَندر ئي اَندر روئندو رهيو. ڪنهن اِهو بہ ٻڌايو تہ حملو ڪرڻ وارو جرنيل بہ اِندرا سِکہ ُئي چونديو هو. حملو ڪندڙن ۾ سِکہ فوجي بہ هئا.

”اُنهن جون بندوقون ۽ توبون ڪيئن اُٿيون هونديون گردواري

ڏاڪٽر... ! جي هوُ سچ پچ سِڪہ ُهئا...!“ ڪنهن چيو” اُنهن ڪي پنهنجي ڊيوٽي پوري ڪرڻي هئي.“ ڪنهن ٻئي چيو ’مُکي‘ ٻڌو. اَندر ئي اَندر ڏکي ويو. ڊيوٽيءَ واري ڳالهہ ڪنهن هُن کي ٻڌائيندي چئي هئي. هُن پنهنجي آسي پاسي ۾ ڏٺو سڄاڻل ڪو بہ پرسان نہ هو. پوءِ هُن جي اَندر ۾ هُن جا چيل ٻول ئي گونججڻ لڳا - ”سرڪاري ڊيوٽي کي انجام ڏيڻو آهي ڀائي، سرڪاري ڊيوٽي...“

هُن کي سموري دائري ۾ پکڙيل لاش نظر اچي رهيا هئا. هُن کي پنهنجي ڪيل گُناهن جي پاونا ڏکائي ڇڏيو.

جڏهن بہ ڪوئي هُن ساڻ دربار صاحب تي حملي جي ڳالهہ ڪندو هو تہ هوُ پنهنجن بيگانن ڪٽيل وارن ۾ هٿ ڦيريندي چوندو هو تہ - ”اِئين بي قصورن کي، نردوشن کي ماري... لاشن جا ڍير لڳائي ڇڏڻ ڪهڙي شاستر ۾ لکيل آهي ڀائي...!“

هُن پاڻ ڊاڪٽر گِل جي ٻاهر واري گيٽ تي ويهڻ جي ڊيوٽي سنڀالي ورتي هئي. مريضن کي واري واري سان اَندر موڪلي... واهگُرو... واهگُرو.... چوندو ويندو هو. وري آهستي آهستي هُن پٽي ڪرڻ جو ڍنگ بہ سِکي ورتو هو ءِ اِهو ڪم سنڀالي ورتائين. هوُ زخم صاف ڪري، مرهم لڳائيءَ ڪپهہ رکي پٽي ڪري ڇڏيندو هو. هوڏانهن، مريض جي من کي آرام ملندو، هيڏانهن مُکي جي من کي راحت ملندي هئي.

”مُکا سيئان.... تون تہ مون کان بہ سُني پٽي ڪرڻ لڳو آهين اوئہ!“ بابو چوندو هو تہ مُکا ٻئي اکيون بند ڪري هٿ جوڙي، ”واهگُروُ سچي پاتشاه پاپ بخشي“ چوندو هو.

وري هڪ ڏينهن، بس مان هڪ ’فِرکي‘ جي بندن کي لاهي مارڻ جي خبر آئي... تہ بي سُڌ حالت ۾ مُکا سنگهہ اخبار ۾ تصويرون ڏسندو رهيو،

جتي زخمي ٿيل بس هئي، ڀڳل شيشا هئا، پکڙيل ڪارو خون هيو. ٻانهون پکيڙي، ڪُليل منهن سان لاش هئا. هڪ پاسي پريوار وارن جا ڪُليل وار، روئندا، وڦلجندا چهرا ڏسي هوُ پريشان ٿي ويو هو. هڪ ڪُنڊ ۾ نهنگ جي تصوير هئي. جنهن هڪ اَڇوت اَناٿ ڇوڪري کي پنهنجو پٽُ چئي ڪري اُن کي پنهنجي ٻانهن ۾ ڀري ڪري بچايو هو. هوُ ور ور ڪري اخبار ڏسي پنهنجي مٿي جي اَست ويست ڪٽيل وارن تي هٿ ڦيرندو هو.

ايندڙ ڏينهن ماڻهن ڏٺو ته مُکا جو ته روپ ئي بدلجي ويو هو. هوُ 'بابا' وِڌي چند سموهه سنگت' مان اَمرت چکي آيو هو. مٿي تي وڏي نيلي رنگ جي پڳڙي، ڳچيءَ ۾ ڊگهو چولو، هٿن ۾ ٽُلها ٽُلها اِسٽيل جا ڪڙا. هُن سِڌو ڊاڪٽر جي ڪمري ۾ اچي چيو - "ڊاڪٽر صاحب، اڳتي کان مان ڪُتا مارڻ نه ويندس. ٻيو جيڪا ڊيوٽي ڪپيوَ، اُها لڳائي ڇڏيو، خوشيءَ سان نڀائيندس." هُن جي هٿن ۾ ڪلهه واري ڪُليل اخبار هئي.

ڊاڪٽر ګِل عينڪ لاهي ميز تي رکي. مُرڪي هُن جي ڀاونا کي سمجهي چوڻ لڳو. "مُکا سِيان نٺا لڳايون تنهنجي ڪُتن مارڻ جي ڊيوٽي...! ٻيو چئو."

"ست وچن جي...." هُن ٻئي هٿ جوڙي ڇڏيا. اخبار کڻي، تصويرون ڏسندي ٻاهر نڪري آيو.

هوُ روز زخميُن جي پٽي ڪندو هو. واندو هوندو هو ته موتين جي سِمرني هلائيندي 'واهگرو، واهگرو' ڪندو رهندو هو. هوُ من مان لاشن جا ويچار ڪڍي گروءَ پاسي لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. ماڻهن هُن جو نالو 'مُکا يم' مان مٽي 'مُکا نِهنگ' رکي ڇڏيو.

هاڻ نئون ايس. ايم. او. چئي رهيو هو ته هوُ اُنهن سان گڏ وڃي - "مونکي نه وڃڻو آهي جي..."

”ڇو؟“

”مان بي زبان نِردوشن کي نٿو مارڻ چاهيان...!“

دلباغ ڏمڪائيندي چيس - ”هيترا سال تون ڪُتا ماريندو آيو آهين. سرڪاري آفيسر تہ سڀ ڪان پهرين توکان ئي پڇندا...! اَسين تہ چاهي...“

”پڇڻ ڏيو اُنهنکي.“

”گولي کائيندين؟“

”کائي وٺندس.“

ڊاڪٽر هٿ جي اِشاري سان دلباغ کي روڪيو. هوُ آفيس جي ماڻهن جي سامهون چوٿين درجي جي ڪرمچاريءَ جي اهڙي حڪم نہ مڃڻ واري ڪرتوُت ڏسي پريشان ٿي رهيو هو. اِنهيءَ ڪري، هُن پرچيءَ تي دوا لکندي جوگيندر ءِ شيتل کي چيو هو- ”هي گوليون، ڪئپسول ءِ ملهم واري ٽيوب پاسي واري ڪمري ۾ وڃي بابوءَ کان وٺي وڃو. ٻي ڪا سيوا.“

”سيوا تہ ٻڌائي آهي جي، ڪُتي کي مارڻ جي دوا ڏيئي ڇڏيو يا...“

”ڪا ٻِ نہ...! اَسين هڪ گروپ ٻاهر جي علاقن ۾ موڪليندا سين. توهان دلباغ کي علاقو سمجهائي ڇڏيو. اڄ شام يا سُڀاڻي سوير تائين اچي دوائي وجهي ايندا.“

ڊاڪٽر جلدي ڳالهہ ختم ڪري اُنهن کي موڪلڻ ٿي چاهيو. هِن ڪان پوءِ مُکي نهنگہ سان معامِلو سُلجهائڻ ٿي چاهيو. هڪ گُستاخ ڪرمچاري... سرڪاري ڊيوٽيءَ کان اِنڪار ڪري رهيو هو.

جوگيندر شام تائين اُنهن جي واٽ ڏسندو رهيو. ڪوئي نہ آيو. ٽامي سِڄ لٿي جي نرم اُس ۾ آرام ڪري رهيو هو. جوگيندر جي دل جي چاهت بہ اِها ئي هئي تہ ٽامي اِئين ئي سُمهيو پيو هُجي. ڪڏهن نہ اُٿي. پر وري

هُن جي موُت جي ڪلپنا ڪري پريشان ٿي پيو. ڪڏهن هُن جا ٻئي هٿ پنهنجي ٻچيءَ جي هيٺان پوندڙ ڇڪ جي پيڙا سهلائيندي... عجيب جهڙي اُداسيءَ جي عالم ۾ غرق ٿي رهيو هو. اوچتو هوُ اُٿيو ۽ ٿاميءَ ڏانهن وڌيو. سُڪديوَ به اُن جي پنيان اچي ويو هو. پيرن جي آهٽ ٻڌي ٿامي اُٿي وينو ۽ زمين تي پُڇ ڦيرڻ لڳو. وري جوگيندر جي پيرن ڏانهن منهن ڪري، ڪَنَ پنئين پاسي ڍلا ڇڏي، پيار جتائڻ لڳو. جوگيندر ويهي ڪري هُن کي پيار سان سهلايو. ٿاميءَ پاوَويور تي ڪري اکيون ٻوٽي ڇڏيون. پُڇ کي زور زور سان ڌرتيءَ تي پٽڪڻ لڳو. ”پائو - هاڻ ٿاميءَ کي نه مارڻو آ؟“ سُڪديوَ جو سادو سوال هو.

”نه اَسين نه ماريندا اسين.... پنهنجي ٿامي پُٽ کي. اَسين رات جو هِنکي زنجير سان ٻڌي ڇڏيندا اسين.“ جوگيندر بيئل ٿاميءَ جون ٻئي اڳ يون ٽنگون کڻي پنهنجي ڪُلهن تي رکي ڇڏيون. جڻ گلي مِلڻ تي چاهيائين. وري هُن کي ڪِليءَ سان ٻڌي ڇڏيائين. سُک ديوَ پاڻ وارا خالي ٿيلها کڻي آيو ۽ ٿاميءَ لاءِ وڇائي ڇڏيائين.

”منهنجي ٿاميءَ کي رات جو هيٺ ڌرتيءَ جي ٿڌ نه لڳي وڃي...!“ جيئن جيئن رات ويجهي ايندي ويئي، جوگيندر جي دل ۾ ڪجهه ٿيڻ شروع ٿي ويندو هو. روٽي کائيندي هُن کي ڌپ جو احساس ٿيڻ لڳندو هو، نيڪ طرح سان روٽي به نه کائي سگهندو هو.

”جي هوُ ماڻهو اچ ٿي اچي ويا ته....“

هوُور ور اِسپتال جي ڪرمچارين جي لاپرواهي ۽ غير ذميواريءَ کي پٽَڻ لڳندو هو. اچ شام جو ٿي اچي وڃن ها ته ٻن گهڙين جي ته ڳالهه هئي. هوُ پاڻ سان اُنهيءَ ويل ساڻ ونی اچن ها ته سُنو ٿئي ها. هُنکي مُکي نهنگه تي غصو آيو. وڏو مهاپرش بڻيو بينو هو. نؤسؤ ڪوئا کائي ٻلي هج تي هلي. جي

ساڻ اچي ها تہ ڇا پهاڙ ٽٽي پوي ها؟ مُڪي نهنگہ جي باري ۾ سوچيندي سوچيندي هوُ سُمهي پيو. مُکو سپني ۾ بہ حاضر هو. ڪاڙهي جي گوريُن جو وڏو ٻاٽ ڪٽي ڪري. ڏڙ ڏڙ ڪندي ڪُتن جي فوج خبر ناهي ڪٿان اچي پهتي. هُن نظر ورائي، گهِٽين رستن تي ڪُتن جا لاش اُٿي اُٿي ڪري ڊُڪي رهيا هئا. اُنهن اچي نهنگہ کي گهيري ورتو. اُنهن جا وڏا تِکا سفيد ڏند، لٽڪندڙ ڳاڙهيون جڀون، وات مان نڪرندڙ جهاگہ. ايندي ئي اُنهن نهنگہ کي گهيري ورتو. هُن جي منهن ڏانهن جهپٽا پائي رهيا هئا. ڀوُنڪي ڀوُنڪي آسمان مٿي تي کنيو هئائون. مُکي جا ڪپڙا هُنن ليرون ليرون ڪري ڇڏيا. هُن جي ڦاٽل لمبي چوڳي جي هيٺان بدن مان رت جي ڌار وهي رهي هئي. ٻنهي هٿن سان منهن ڍڪي هوُ ڪُتن کي ڌڪو ڏيندو جوگيندر ڏانهن مدد جي لاءِ ڊُڪندو آيو. جوگيندر چٽائي ڏٺو. هي تہ هُن جو بابو هيو، جنهنجي ساڄي ٻانهن نوُٽ وٽان ٽُٽي ڪري نوريءَ وانگر لٽڪي رهي هئي.

جنگہ جي ميدان ۾ هار ايل جوان وانگر هوُ ڊُڪندو پئي آيو. ڪُتا پنيان ڪِٽي رهجي ويا هئا، پر اُنهن جي ڀوُنڪڻ سان گڏ زور سان گهڙ گهڙ ڊوڙڻ جو آواز اچي رهيو هو.

هوُ جاڳيو تہ بيرو پهرين ئي اُٿي ڪري هُنجي ٻانهن لوڏائي چئي رهي هئي. ”ديوَ جا پائو... اُٿو... ٽامي وري ڀوُنڪي رهيو آهي. شايد کُلي ويو آهي.“

ٽامي پوري زور شور سان ڀوُنڪندو رهيو. ڪڏهن ٻاهر، ڪڏهن اَندر اچي رهيو هو. ٺيڪ ٺيڪ اُنهيءَ ڏينهن سمان جڻ ڪو پيغام ڏيڻ تي چاهيائين. جوگيندر سمورو ڏڪي ويو. هُن جو دماغ سُن ٿي ويو هو. اکيُن جي اڳيان ڳاڙها نيلا عڪس ڦرڻ لڳس. هيِ ڪُتو ڀوُنڪڻ کان بس ڇو نٿو ڪري؟ هوُ خفي ٿي

ويو... ۽ هُن جي مٿي تي جڻ خون سوار ٿي ويو. هوُ ڪمري جي ڪُنڊ ۾ پيل ڪٽ جو ڳرو پايو کڻي ٻاهر نڪتو.

”هِن کي ٻڌو به هو، شايد سانڪل ٽوڙي ويو.“ ساڻ واري ڪمري مان ڊپ، چنتا ۽ خطري سان ڪنبندڙ آواز ۾ هربنس ڪوَر ايترو ئي چئي سگهي.

سوچنا ڏيڻ جي ڏن ۾ مست، محبت جو اِظهار ڪندو ٿامي، اوندهه ۾ جوڳيندر ڏانهن وڌيو. ٻاهر به اوندهه هئي ۽ اَندر به. پر جوڳيندر سِرَمٿان ٿائين ڪنيل ڪٽ جو پائي سان، ٽنگون پيڙي، ڇاتي ۽ ٻانهن جو سمورو زور لڳائي وار ڪيو، جيئن پٽوارين جي ڇوڪرن کي نندي ڪُلهاڙيءَ سان مارڻ لڳو هو.

ڪُتي جي وڏي چيڪ نڪتي ۽ هوُ ڏرتيءَ تي لڙهي ڪري ٻاڪارڻ لڳو... جڻ روئندي چئي رهيو هو... ”مدد لاءِ اچ منهنجا مالڪ... هي تو ڇا ڪري ڇڏيو...!“

پر جوڳيندر ڪجهه نه ٻڌو. هُن ايترو ئي زور سان هڪ ٻيو وار ٿاميءَ تي ڪيو. وري هڪ ٻيو... ڪُتو چيڪندو... چلائيندو رهيو. پر اُٿيو ڪين. هُن کي ڪيتري چوٽ رسي آهي.. ڇا ٿيو آهي. چنتا ڪرڻ ڪانسواءِ ٻاهر جو گيٽ کولي اچڻ وارن کي اڳيان وڌيءِملڻ لاءِ تيار هو. هاڻ هُن وٽ ڪُتي جي باري ۾ چوڻ لاءِ گهٽو ڪجهه هو. دوائي وجهڻ جي لاءِ اِسپتال وڃڻ جو ڪارڻ موَجود هو.

”ڪير آهي پائي.“ منهن مان ڪو آواز نه. بس اِئين ئي پيرن جي آهٽ، بوٽن جي سرسراهٽ اُٿي. همٿ ڪري هوُ اڳيان وڌيو. ٻنيءَ ۾ ڪو بندو نه هو، جانور چارو ڪائي رهيا هئا. اڳيان وڌي ڏنائين ڇاچي جي سِگهه پڳل پوري مينهن، خبر ناهي ڪيئن آزاد ٿي ٻاهر اچي ويئي هئي.

مينهن کي ڏسي جوڳيندر جي ڇاتيءَ تان هماليه جيترو بار لهي ويو. هلڪو ڦُلڪو محسوس ڪندي هُن گهر وارن کي آواز ڏنو - ”ڇاچي جي مينهن...“

مينهن جي زنجير پڪڙي، وڄڻ جي ڀاوَ سان هوُ چاچي جي ٻنيءَ ڏانهن هليو. واپس موٽيو ته ٻاهر وارو بلب ٻري رهيو هو. چوُن چوُن ڪندڙ ڪُتي جي منهن ۾ بيرو پاٽي وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. ”اَري پٽ، لڳي ٿو ڪُتي جي چيلهه ڀڄي پيئي آهي.“ جوگيندر ڏٺو ته ٽاميءَ جي پُٺيءَ جي ڪنڊي جي وچ ۾ ٽُٽڻ جا آثار هئا. پويون حصو ڌرتيءَ تي لُڙڪيل هيو. ڪڏهن ڪڏهن ٽامي اڳيُن ٽنگن جي سهاري چُرڻ جي ڪوشش ڪري، وري لڙڪي ويندو رهيو.

جوگيندر جو غصو اڃا ختم نه ٿيو هو. هوُ چڙڀيندو چئي رهيو هو... ”هلو - هلو سڀ اَندر. هِن کي ڪجهه نه ٿيو آهي. ٻتي وسايو.. وڃي..!“

هٿ ۾ پڪڙيل پايو هُن اڳڻ ۾ ڦِٽي ڪيو ۽ کٽ تي ليٽي پيو. بيرو ۽ هربنس ڪوَر هُن جي آواز جي تيوَر کان گهبرائي رهيون هيون.

هاڻ ڪنهن به ڪجهه ڪين ڪُڇيو. ٽامي به ڪين ڀؤنڪي رهيو هو. جوگيندر جي من ۾ آنڌ مانڌ متي پيئي هئي. هُن جي اکين اڳيان ڀڳل پنيءَ سان ٽامي اڳين ٽنگن جي سهاري پنهنجي پُٺئين ڌڙ کي سوري رهيو هو. وري هُن کي محسوس ٿيو...! ڪيهه جهڙي ڪومل ٽاميءَ جو اِسپرش... هُن جي رضائيءَ ۾ ڌيري ڌيري سُرندي، پنهنجي ناسن سان هُن کي ڇُهي ڪري سموري بدن ۾ جهرجهري پئدا ڪري رهيو هو. رجائي ڇڪي هُن کي ننڊ مان اُٿاري رهيو هو ۽ ٻاهر وڃي ڪم ڌنڌو ڪرڻ جي پريرڻا ڏيئي رهيو هو. وري کِن پل ۾ هُن ڏٺو ٻبر شير وانگرورديءَ واري سپاهيءَ جي سيني تي جهپٽو پائيندڙ ٽامي، هُن کي پنهنجو ننڍو ڀاءُ لڳي رهيو هو.

ڪُتي زور سان چيڪڻ چلائڻ بند ڪري ڇڏيو. وچ وچ ۾ ڪڏهن وڏي... چوُن... جو آواز ڪري وري چُپ ٿي ويندو هو، ڄڻ چئي رهيو هجي... ’هاءِ مان!‘ جوگيندر کان رهيو نه ويو. پيرن ۾ جُتي اَٽڪائي ٻاهر نڪتو. بيرو ٻاهر

اچي آواز ڏنائين... ”ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟“

بنا ڪو جواب ڏيڻ جي هوُ ٻاهر جي بتي ٻاري ٿاميءَ وٽ آيو. ٿاميءَ هُن کي ڏسي سِسي ٿوري مٿي ڪئي. ڪَنَ ڍِلا ڇڏي ڏنائين. بلڪل اِئين جيئن پيار جتائڻ وقت هوُ ڪندو هو. جوگيندر هُن جي منهن، سِرَ ۽ شرير تي هٿ ڦيريو. هُن جو هٿ رت سان ڀرجي ويو. ڏڪُ شايد مٿي ۾ لڳو هو.

”ٿامي... شير پٽ... قائم رهه...!“

ٿاميءَ جي گردن زمين تي ٿِرُ پيئي هئي. هُن جي معصوم ۽ ڀولي ڀالي ديا جي ياچنا ڪندڙ اکيون... جوگيندر تي لڳاتار اَٽڪيل هيون. ڄڻ چوڻ ٿي چاهيائين ته... ”هاڻ مان بلڪل ٺيڪ ٺاڪ آهيان. توهان وڃو ۽ آرام سان ليٽي پئو.“

جوگيندر هُن جي ڳچيءَ جي زنجير کولي، جنهن سان ڪِلي به گڏ نڪري آئي هُئي. ٻه ڳوٺيون ڪٺي سرديءَ کان بچاوَ واسطي ٿاميءَ جي مٿان وڌيون. اکيان پنيان ڇڳيءَ طرح سان ڍڪي ڇڏيو جيئن اَندر ٿڌ نه وڃي سگهي. پوءِ هُن جي مٿي تي هٿ ڦيريندي، اَندر چوندي چوندي هلي ويو - ”تگڙو ٿيءُ... دل نه لاهه....“ ويندي ويندي هُن ٻاهر جي بتي وسائڻ جي لاءِ هٿ وڌايو. پر نه ڄاڻ ته ڇا سوچي، بتي ٻريل ئي ڇڏي اَندر هليو ويو.

ٿاميءَ جي لاءِ موهه، غم، پڇتاوَ جا گهرا احساس من ۾ ڪٺي هوُ کٽ تي ليٽي پيو. رجائي ڇاتيءَ تائين ڍڪي دير تائين اُنهيءَ جي باري ۾ سوچيندو رهيو. پوءِ خبر ناهي ڪنهن ويل هُن کي ننڊ اچي ويئي. جڏهن جاڳيو ته اڱڻ ۾ نِم جي وڻ تي جهرڪيُن جي چوُن... چوُن ته هئي، پر هُن جي پيرن جي پاسي ٿاميءَ جي چوُن... چوُن جي اُتساهه ڀريل هِدايت نه هئي..!

هربنس ڪوَر نل تان کُرڙي ڪري موٽي آئي. جوگيندر جي کٽ ڏانهن نهاري چيائين، ”جوگيندر لڳي ٿو ته پنهنجو ٿامي رب کي پيارو ٿي ويو

آهي.“

ٻڌندي ئي جوگيندر رجائي پري اُڇلي ڇڏي ۽ پيرن اُگهاڙي ٿامي ۽ ڏانهن وڌيو، هُن جي مٿن کان وجي ويهي رهيو. واڳهوءَ جهڙي ٿاميءَ جي ديهه ڌرتي تي پيئي هئي. گهاتو ٻاڙهو خون منهن مان نڪري ڌرتيءَ تي پسرجي رهيو هو. هُن جي هڪ پاسي واري اڌ ڪليل اک اجان تائين جڻ چئي رهي هئي - ”هاڻ مان بلڪل ٺيڪ آهيان. توهان وجي آرام ڪريو.“

جوگيندر صبر ۽ شانتيءَ سان وينو هو. سدا وانگر هُن ٿاميءَ جي بدن تي پيار سان هٿ ڦيريو.

”هيِ نامُراد ته اَسان کان پُٽن کان به وڌيڪ ڏُلار وٺندو رهيو آهي. ڪُتو ڪٿي... هي ته يڪدم اِنسان هو... اَسانجي گهر جو پنهنجو...!“ هربنس ڪَور ياري من سان چيو. جوگيندر جي سموري بدن ۾ جڻ بجليءَ جي ترنگ ڌمي ويئي.

هُن جي اَندر گهڙ گهڙ ڪري پيڙا جو پروت جڻ ٽٽڻ پکڙجڻ لڳو. هوُ پاونائن جي ڌارا ۾ وهڻ لڳو.

”اُٺ پٽ... ڪڏ ڪوٺي حويليءَ جي ڪنهن ڪُنڊ ۾ دٻائي ڇڏ ويچاري بي زبان کي....“

ٿاميءَ جي مٿن کان وينل جوگيندر جو ڪنڌ لوڏائيندي هربنس ڪوَر چيو. ”اُٺ ٿامي... ڪَهڙ ڏس... ڏينهن ڪيڏو چڙهي آيو آهي. اُٺ ٻاهر هلون... مونکي اُٿاريندو هو، اڄ پاڻ ئي سُمهي پيو آهي.“

جوگيندر چئي ڪري اُٿيو، گوڏن تي هٿ رکي سِڌو ٿي بيٺو. هُن جي اکين مان زار زار لُڙڪ لُڙهي رهيا هئا. ”هُن کان ته سُنو آهي هوُمونکي ئي ماري وڃن ها....“ هُن روئڻ هارکي آواز ۾ چيو.

سموري پريوار ڏُڏ سان سنان ڪرائي، اڇي کدر ۾ ويڙهي ٺاميءَ کي حويليءَ جي هڪ ڪُنڊ ۾ کڏ کوٽي دفنائي ڇڏيو. هُن جي قبر تي ڍيري لڳائي ڇڏي. ”هِن جڳهہ تي اَسين ٺاميءَ جي ياد ۾ هڪ وڻ پوکينداسين.“ جوگيندر چيو.

ٺاميءَ جي گذاري وڃڻ جي خبر آس پاس جي علائقي ۾ ڦهلجي ويئي. ڪي ماڻهو اچي افسوس ظاهر ڪري ويا، ڪي آئٽ ڏيئي هليا ويا... ”هلو... سُنو ٽيو... ڪتي...“

جوگيندر هر وقت گناهہ ۽ پڇتاوَ جي احساس ۾ دٻجي اُداس رهڻ لڳو. جڏهن بہ هوُ حويليءَ جي ڪُنڊ ۾ اُپريل مِٽيءَ جي ڍير کي ڏسندو هو، هُن کي لڳندو هو تہ هيءَ ڍيري هُن جي پنهنجي احساس تي هڪ ڦِوڦيندو سمان اُسري آئي آهي. ڦوڦيندي جو پِرجي رَسِي رهيو هو، اُنهيءَ مان عجيب قسم جي بوءِ... ڪڏهن تيز بدبوءِ ۾ بدلجي ويندي هئي؛ جنهن ڪان بچڻ جي لاءِ هوُ نڪ جي اڳيان ڪپڙو رکي ڇڏيندو هو... پر بوءِ هئي جو اڃان بہ تيزيءَ سان هُن جي نس نس ۾ پرجندي ويندي هئي... ڪڏهن رِسندي زخمن جي بدبوءِ، ڪڏهن سُرندڙ اِنساني مانس جي بوءِ لڳندي يا ڪُتي جي لاش جي. هوُ سمجهي نہ سگهندو هو... پر تيز خيالن جي جهونڪن وانگر بدبوءِ هُن جي دماغ ۾ گهرُ ڪري ويندي هئي.

”ڪتي آهي بدبوءِ... اَسان کي تہ نٿي اچي. توکي خبر ناهي ڇا ٿي ويو آهي؟“ بيرو نڪ سان اُپا ساهہ ڪٽندي چوندي هئي تہ هُن جي پاگلپن واري حرڪت تي کِلي ڏيندي... گهر جي باقي ماڻهن بہ اُن بدبوءِ کي سِنگهڻ جو يتن ڪيو. هوُ سمجهندا هئا تہ بوُ ڪتي بہ نہ هئي، پر جوگيندر کي ڏينهن ۾ ڪيترائي ڀيرا محسوس ٿيندو هو تہ ڄڻ اُها بدبوءِ هوا ۾ رچي وسي ويئي آهي. ڪڏهن هُن کي سڙيل مانس جي بدبوءِ لڳندي، ڪڏهن ڪُتي جي لاش

جي، وري پنھنجو پاڻ ئي سھج ساھ کڻڻ لڳندو ھو.

ھوُخود حيران ھو. گھر جا سڀ ڀاتي حيران ھئا تہ بدبوءِ جو تہ ڪٿي نالو نِشان ئي نہ ھو. ٻاھر تازو سائو فصل لھرائي رھيو ھو. اڱڻ ۾ چيٽن ٻارڻ جي ھلڪي گنڌُ ۽ اُنتي ٻرندڙ ڪير جي ڪيسري سُڳنڌ ھئي. جٽ جي ناسُن ۾ اڻ وڻندڙ جانورن جي جِسم مان نڪرندڙ بوءِ الڳ ھئي پر ڪڏھن ڪڏھن ھوا جو اھڙو جھونڪو ايندو ھو جو ھُن کي نڪ جي اڳيان ڪپڙو رکڻو ئي پوندو ھو. گھر جا ڀاتي ھُن کي سمجھائيندا ھئا تہ ھي ھُن جو فقط ڀرم ھو. بيرو ٺاميءَ جي قبر تي پوچو لڳائي اُن کي صاف سُٿري چوُنڪي جھڙو ناھي ڇڏيو ھو. پر سوچ جي گھرائيءَ ۾ قاتل جوگيندر کي سڙيل اِنساني مانس جي گنڌ اچي گھيريندي ھئي.

ٺاميءَ کي مُئي پنج ڏينھن ٿي چڪا ھئا. جوگيندر اڱڻ ۾ کٽ وڇائي پاڻ ڪڍي رھيو ھو. ”جندا سيئو.... تنھنجا مھمان آيا آھن...“ ساڌي شيتل اَندر ايندي چيو. ”تنھنجي اوطاق ڳولھيندي ڦِري رھيا ھئا. مون چئي ڇڏيو تہ تنھنجو ڪم تہ زندا سنگھ پنھنجو پاڻ ڪري ڇڏيو. چوندا آھن نہ پنھنجي ھٿن سان پنھنجا ڪارج سنوار!“ ساڌي شيتل کِليو ۽ پٽ سان لڳل کٽ وڇائي اِسپتال مان ڪُتن کي مارڻ آيل ڪرمچارين کي وِھڻ لاءِ چيو. جوگيندر آيل بندن کي مِٽيءَ وارا ھٿ مٿي ڪري فتح چوارائي. وري بيرو کي آواز ڏيئي چانھن ٺاھڻ لاءِ چيو. ساڌي ٺاميءَ جي مرڻ جي سموري آکاڻي ھڪ ڀيرو وري ٻڌائي.

”ڏسو، اَسين تہ اچي ويا آھيون... ليٽ ضرور ٿي ويئي پر اَلٽيميٽم ۾ اڃان ھڪ ڏينھن باقي آھي.“ دلباغ کلندي چيو ۽ صفائي ڏيڻ لڳو. ”اُن ڏينھن تہ مُکي خامخواھ ئي پنگو ورتو. پوءِ اچڻ ڪيئن...“

جوگيندر ۽ ساڌي ڏيان سان ٻڌو. ڳالھ تہ ٿوري گھٽي اُنھن جي سامھون

ئي هُن ڏينهن ٿي هئي، پر وڌيڪ ڄاڻ لاءِ ساڻس سوال ڪيو - ”پوءِ ڇا ڳالهه ٿي؟“

”ٿيڻو ڇا هو. هو تہ هڪدم بگڙي ويو.... پاڳل ماڻهو... اَسين هُن کي ساڻ وٺي وڃڻ جي ضد ڪري رهيا هئاسين. ڊاڪٽر بہ پنهنجيءَ تي اَڙجي وينو....! پر هو تہ گهڙيال وانگر کنڌ لوڏائيندو رهيو.. ”سچي گرو مهاراج جو سِڪہ ُتي ڪري مان نِردوش بي زبانن کي نہ ماريندس.“

ڊاڪٽر چيس - ”توکي خبر آهي، سرڪاري ڊيوٽيءَ کان اِنڪار ڪرڻ جو مطلب ڇا آهي؟“ چوڻ لڳو - ”مان نٿو مڃان اهڙي ڪوڙي سرڪار جو حڪم... حڪم مڃيندس تہ سچي سرڪار جو، سچي گروءَ جو، جو... وڃي لڳايو زور، ڍول وڄايو.“ هو ٻانهن ۾ پيل ڪڙا جهنجهنائي ٻاهر نڪري ويو. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ هڪ وڏي ڪاغذ تي نوڪريءَ کان استيفا لکي ڪري کڻي آيو. ”موُرکہ ماڻهو... پاڳل ڪِٿان جو... چوي نوڪري ڇڏيندُس، پر...“ دلباغ بِنا ساهہ کڻڻ جي چوندو رهيو.

جوگيندر جي اکين ۾ پل کِن لاءِ چمڪ آئي.

”اَڇا جي...“ جوگيندر ڇاتي ڦونڊاريندي چيو. هُن کي لڳو ڄڻ صاف ۽ تازي هوا جو جهوٽو ’مُکي‘ جي ذڪر ٻڌندي هُن جي اَندر تائين سمائجي ويو. هوا جي هِن مهڪ کي هُن پنهنجي ڦڦڙن ۾ پوري ڀرڻ چاهيو.

هربنس ڪوُر گلاسن ۾ چانهہ کڻي آئي. سيني کي گلاس ڏيندي، ساڻي شيتل ڏانهن ڏسندي ڪرمچارين کي چوڻ لڳي، ”وٺ ساڏا ميان. اڇا ڀائي توهان ئي ٻڌايو... هِتي ڪنهن مُئل يا سڙيل مانس جي بدبوءِ اچي ٿي؟ اَسانجي جوان کي تہ...“ هُن جوگيندر ڏانهن مُرڪي ڏٺو، ۽ ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏني.

”او بيبي، هاڻ ڇڏ کڻي“. جوگيندر ٽوڪيندي چيو - ”مونکي ڪجهہ

نہ ٿيو آهي.. هاڻ مان ٺيڪ ٺاڪ آهيان.''

ڪرمچاري ڪجهہ حيران ٿيا. چانهن وارا گلاس منهن ڪان پري ڪندي چاتي ڦُلائي اُنهن اُپو ساهہ ڪنيو.. پوءِ 'نہ' ۾ ڪنڌ لوڏيندي چيو، ''نہ بيبي، اَسانکي تہ ڪِتي بہ ڪا بوءِ نٿي اچي.''

بوءِ جو ذڪر ٻڌي جوگيندر نڪموڙي اڳڻ ۾ نهيل قبر کي ڏٺو. ڏرتيءَ جي پُٺيءَ تي اُپريل قبر جي ڍيري هُن کي مٿي تي ڦوڦيڊن وانگر لڳي. هُن جو هٿ مٿي جي اُن ڍِلي مانس کي سهلائڻ لڳو.

ساڏي شيتل جو هيل تائين مات ڪري وينو هو، جنهن کي وڏيڪ مات رهڻ برداشت ڪان ٻاهر لڳي رهيو هو... پنهنجي چاتل سڄاتل فلسفاڻي اَنداز ۾ چئي وينو - ''اَچي ٿي مُشڪ... آهي چو ڪين. ذرا اکيون ٻوٽي ڏيان سان ڏسو تہ پنهنجي پنهنجي اَندر. پنهنجو پاڻ کي سِنگهيو تہ، پنهنجي اَنتر کي، اُتان اچي ٿي مُشڪ، ٻيو ڪٿان نٿي اچي مُشڪ.''

خبر ناهي جوگيندر هُن جي ڳالهہ ٻڌي يا نہ. هُن ڪجهہ چيو ڪين. بس چپ چاپ مات ۾ ٺاميءَ جي قبر ڏانهن نهاريندو رهيو؛ جنهن جي مٿي تي سُڪ ديوَ ڪاني سان ٻڌي هڪ جهنڊي لڳائي چڏي هئي. هوا جي نہ هلڻ ڪري جهنڊي لُڏڻ جي بجاءِ، ڪانيءَ سوُڏي هيٺ جهُڪيل هئي. جوگيندر مٿي تي اُپريل ڦڦولي کي سهلائيندي، سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تہ ڪاني سان هيٺ لٽڪيل جهنڊيءَ جو ڪارو ڪپڙو هو يا اُنجي بابي جي زخمي لٽڪيل ٻانهن هئي. هُن کي ڪجهہ سمجهہ ۾ نٿي آيو. پنهنجو مٿو هوُ اجان تائين سهلائي رهيو هو.



# موڪل

اُهي ڏينهن ئي اهڙا هئا جو ڪنهن کي ڪنهن تي ڀروسو نه هيو. نه حاڪمن جو پرجا تي ۽ نه ماءُ پيءُ جو ٻارن تي ۽ نه ئي اُستادن جو شاگردن تي.

چپڙاسي ٻوڙها سنگهه نيم اَنوسار صبح جو پرارٿنا جي لاءِ گهنٽي وڄائي چيو - ”هان وٺو سردار جي، توهان به اچي ويا. اَسان به وقت تي گِهنڊُ وڄايو. اڳِ يان مالڪ جي مرضي. جو وقت تي نٿو اچي... نه اچي. پنهنجي جيءُ جان جي جوکي تي. اَسانکي ته توهانجي چوڻ مطابق مڃڻو آهي. دنيا جو ڇا آهي؟ اَسان سڄي عمر ڪڏهن بي وقت گهنڊ نه وڄايو.“ هُن جي چهري تي سوا‌َ اِيمان صاف ظاهر هوندو هو جڏهن هوُ چوندو هو - ”اَسان ته گهنڊ وڄائي ڇڏيو... اِسڪول لڳي نه لڳي، مالڪ جي مرضي.“

ٻلديوَ سنگهه ڪان سواءِ، اڃان تائين ڪو به ماسٽر اِسڪول ۾ نه آيو هو. هُن اڪيلي سِر ڇوڪرن کي ميڙي پرارٿنا ڪرائي. پوءِ ٻُلند آواز ۾ اڪثر دهرايل سِکيا ڏني : ”شاگردو! توهين پنهنجن ماءُ پيءُ ۽ ديش جو آئينده آهيو. هاڻ ڪان ئي پنهنجي ذميواري سمجهو. جيون ۾ نِشچيه، ايمانداريءَ سان اڳيان وڌڻ جو اِنجام ڪريو. هيڏانهن هوڏانهن جي فضول ڳالهين ۽ مشغولين ۾ وقت برباد نه ڪريو. توهانجو پهريون فرض آهي، دل لڳائي پڙهائي ڪرڻ. نيم سان پنهنجي ڪلاسن ۾ حاضر رهڻ.“

هُنجي چوندي چوندي ڏهين درجي جو سنپال ٻتڪائيندي اُٿي بيٺو. ”ما... ما... ماسٽر.. سٽرجي.. ڪلاس ۾ ته ڪوئي ايندو ئي ناهي.“

ڇوڪرا هُن جي ڳالهه ٻڌي ٿهڪ ڏيئي کلڻ لڳا. ٻلديوَ سنگهه جي ڳالهه کل ۾ گُم ٿي ويئي. هوُ ٿورو خفي ٿيو. هُن وري سمجهائڻ قائم رکيو... ”مان ته روز چوندو آهيان ته جو ماسٽر ڪلاس ۾ نه اچي، اُنهيءَ کي پاڻ وڃي سڏ ڪري

ايندا ڪريو. هر هڪ مانيٽر جو فرض آهي ته جو ماسٽر گهنڊ ڪان پوءِ پنجن مِنٽن تائين نه اچي، اُنهيءَ ڪي وچي سڏ ڪري اچو. مانيٽر نه هجي ته ڪو به ڇوڪرو وڃي ٿو سگهي.''

''ٻ... ٻ... ٻين ڇوڪرن جا جوُ... جوُ... تا ڪير ڪائي جي.'' اِن ڪان اڳه سنپال ٻيو ڪجهه چوي، پنيان ڇوڪرن پينٽ کي ڇڪي ڪري هُن کي ويهڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو.

ڇوڪرا وري ڪلڻ لڳا. سنپال جي ڳالهه سچي هئي. ٻلديوَ سنگهه جي سکيا جو پالن ڪندي هُن جي سهپاٺين ڪالهه هُن کي مار ڏني. ڇيو هٽائون: ''ءِ تون ڇا مامو لڳندو آهين ڪلاس جي پڙهائيءَ جو. جڏهن مانيٽر نٿو اچي ته توکي ڇا پيٽ ۾ سوُر ٿي رهيو آهي. ماسٽر پنهنجو پاڻ اچي ويندو جڏهن اچڻو هوندس.''

ٻلديوَ سنگهه کي اڳيان وڏيڪ ڪجهه چوڻ تي دِل نه ٿي. هُن نراش من سان درجن اَنوسار شاگردن کي ڪمرن ڏانهن موڪلي ڇڏيو. چار پنج ڇوڪرا لائين مان نڪري ڪري دروازي ڏانهن تڪڙا تڪڙا وڌيا. ٻلديوَ سنگهه اُنهن کي روڪي ڇيو - ''هي سنگت ڪري... سوير ئي ڪيڏانهن وڃڻ ٿي رهيو آهي؟''

ڇوڪرا، دٻيل کِل کِليا - ''پينُن ۾ مَسُ پر ائڻ ٿا وڃون ماسٽر جي''، چوندي هوُ نينگه ٽپا ڏيندا دروازي ڪان پري ٿيندا ويا.

''پُٽ... لُٽي وٺو عيش! توهانجي ڪُلهن تي ڪنيل مونکي پين ته نظر نٿي اچي، جنهن ۾ توهان مس پر ائڻ ٿا وڃو.'' هوُ ڏُڪندڙ ڇوڪرن جي پنيان ٻڙٻڙائي ٿو.

''اچو... اچو.. ماسٽر جي. گهٽو وهم نه ڪرڻ گهرجي.'' سامهون ايندي هِنديءَ واري ماسٽر ورما، پنهنجي دفتر ڏانهن ويندي هُن کي سمجهايو. ''اجان شڪر ڪر، تنهنجي ايٽري ته سهي ويندا آهن. ٽِيون ڏينهن اِنهن

مان هوُ پيلي پڳڙيءَ وارو اَمرتذاري، چالو ڪلاس جي سامهون سائيڪل هلائي رهيو هو. هيڊ ماستر جي روڪڻ تي چيلهه تي ٻڌل ڪرپان سيٽي ڪري چڙهي ويو اُن تي. ”اَ...چُ... آ... روڪ مونکي.... سموري اِسڪول جا فنڊ کائي ويو آهين. چور... مونکي پيو روڪين..“ ۽ هيڊ ماستر ويچارو بيٺو ڏسندو رهيو.

”او... چڏيو به.... اِنهن جي پيٽُن ۾ مسُ سدائين ختم هوندي آهي.“

ٻلديوَ سنگهه بي دليءَ سان چيو - ”جڏهن پيٽُن ۾ مَسُ کپي وڃي.... خُشڪ ٿي وڃن، ته ورما جي، اُنهن کي چيو هو ته کُلهن تي پينون نٿيون ڏسجن، ۽ اُنهيءَ جڳهه تي کُلهن تي جو به لٽڪيل ڏسڻ ايندو هو... اُن جو نتيجو روز اخبارن جي سُرخين ۾ ڇپجندو آهي. سڀ ڏسندا آهن.“

ورما اڳيان ڪجهه نه چيو. اِسڪول جي سامهون گرد اُڏائيندڙيون، سائرن وڄائينديون پوليس جي گاڏين ڏانهن ڏسڻ لڳو. جڻ پنهنجو پاڻ کان پُڇي رهيو هو - ”ڪيڏانهن ويون هونديون هي پوليس جون گاڏيون؟“

وري اُداسيءَ ۾ ٻڏل ٻلديوَ سنگهه ڏانهن مخاطب ٿي پنهنجي ڳالهه دهرائي - ”هاڻ چڏيو به... ماستر جي وڏيڪ وهم نه ڪرڻ گهرجي.“

چيمي پرسان اچي ڪري، شرارت ڪندي اک سان اِشارو ڪيو. حقيقت ۾ سڀ ماستر پرپُٺ هُن کي خبتي (ديوانو)، وهمي ۽ سنڪي چوندا هئا، جو خوامخواه ديش ۽ دنيا جي غم ۾ ٻري رهيو هو. جنهنکي هر وقت ٻارن جو، ديش جو ۽ دنيا جو مستقبل اونده ۾ ٻڏل نظر ايندو هو، جنهن کي لوڻ جي کاٺين جهڙي پرشٽ راڄ ۾ لوڻ ٿيندڙ جنتا جي چنتا کائي رهي هئي.

چيمو هميشهه وانگر وري هُن کي سمجهائڻ لڳو - ”پائي ٻلديوَ سنگهه، تون ڪهڙي ڀڳه جون ڳالهيون ڪري رهيو آهين...! منهنجا پاءُ... هِن ڪشتيءَ ۾ هڪ به نه، بيشمار سوراخ ٿي پيا آهن. هيءَ ڪشتي هاڻ ٻڏي رهي آهي. هِن کي ٻُڏڻو ئي آهي. تنهنجي منهنجي بچائڻ سان ڪجهه به

نيڪ ٽيڻ وارو نہ آهي. هاڻ تہ ڏاهپ اِنهيءَ ۾ آهي تہ پنهنجي پنهنجي حِصي جا پٽر بہ جينترو جلد ٿي سگهي اِنهيءَ ۾ وجهي ڇڏين جو ٻڏڻ هڪ ئي دفعي ۾ پورو ڪريون. ٻُڏندي ٻُڏندي هِن جو ٻڏڻ اينگهائڻ سياٽپ جو ڪم ناهي.“ چوندي چيمي هٿ تي هٿ رکي زور سان ڪِليو، ڄڻ هِن مسئلي جو اِهو ئي حلُ هيو.

چيمي جي ڳالهہ ٻڌي هڪ ٻہ ٻيا بہ ماستر کِلي پيا. ڪل جي دؤران ئي ٻلديوَسنگهہ چيمي جي اڪين ۾ ڏسندي چيو - ”مان اڪيلو ڇو آهيان... گهٽ ۾ گهٽ تون تہ مون ساڻ اَچُ نہ! توهين سڀ، اچو مون سان گڏ.“

هوُچيمي کي للڪاري رهيو هو، جو ڪڏهن اڳيان وڌڻ جي هامہ هڻندو هو. هوُاِنهيءَ ناتي ٻلديوَسنگهہ جو پراڻو يار هو. پوءِ هوُبي وسيءَ ۾ هڪ اُڀو ساهہ کڻي چُپ ٿي ويو. ”هي نہ هلندو هاڻ توسان گڏ...! هي تہ نوُرا سان گڏ، ولايت ۾....!“

ورما اِهو محسوس ڪندي تہ ڳاڏي پٽڙيءَ تان لهي چڪي آهي، پنهنجي جِڀ ڏندن ۾ دٻائي رکي. ٻلديوَسنگهہ جو من ڪسارو ٿي ويو.

”عقل کان ڪم وٺ... ڪجهہ عقل... تنهنجو ڪُليگ آهي.“ ٻلديوَورما کي چنڊ ڪڍندي چيو. ”نالو تہ ڍنگ سان وٺ.“ ورما ڪجهہ شرمندو ٿي ويو. ”آيا آهن يار.... اجان تائين شهري...“ چيمي ڳالهہ ڦير ائي. هيل تائين سنپال ماستر جي مٿان هاوي هو. ”ما... ما... ماستر جي... جہ... جہ... جاگر سنگهہ جيءَ جو پي.ٽي. پيريڊ آهي جي.“

”تنهنجو ماسڙ اجان آيو ناهي.“ چيمي سنپال جو مذاق اُڏايو. ”جڏهن ايندو تہ ٻڌائيندا سين تہ سنپال جي ماسي ياد ٿي ڪريئي.“

سنپال نِراش ٿي ويو. هوُسدائين ٻلديوَجي همت جي ڪري پنهنجي من کي ماري ماستر کي ڪلاس ۾ اچڻ لاءِ سڏ ڪرڻ اچي ويندو هيو. هونءَ تہ هُن

کي ڪالهہ مِليل مار ياد هئي ۽ هينئر آفيس ڏانهن اچڻ وقت ساڻين جو ورونڊ بہ ياد هيو. چيمي هڪ نعرو ناهي رکيو هو جو ماسترن جي منهن تان ٿيندي ٿيندي ٻارن تائين پهچي ويو هو.

”اَسانجي اِسڪول ۾ ٿي مختيار

ٻلديوَ سنگهہ ستپال ۽ پڌو نائي.“ (چپڙاسي)

ٻلديوَ سنگهہ رجسٽر کنيو ۽ ڪلاس ڏانهن هلندي ٻڙ ٻڙ ڪيائين - ”سمورو ٻگاڙ مٿان کان شروع ٿيندو آهي سردار جي... جڏهن اِسڪول جو هيڊ وقت تي نٿو اچي تہ...!“ هُن ڇوڪرن جي گوڙ ۾ خالي ويٺل اُستادن ڏانهن ڏٺو، ”وري هي شهري ڇوڪرن کي.. جلدي ڇُٽي ڪريو... حالتون خراب آهن.“

ٻلديوَ سنگهہ جي چنتا گهٽ ڪرڻ جي خيال کان، شرما آهستي سان چيو، ”چيما، وٺ پائي. ٻڌائيس هِن کي ، هن پرائمري واري سنگهہ پُريئي جي وارتا.“

”وٺو ٻڌو...“ چيمي ويندڙ ٻلديوَ سنگهہ کي پاڻ ڏانهن ڏسڻ جو اِشارو ڪري چيو. هوُ پاڻ ڪٺا واڇڪ وانگر پلٽي ماري ويهي رهيو.

پوُرڻ سنگهہ پوُريا سادي يارهين وڳي جي آس پاس... اِسڪول ڏانهن هلندو پئي آيو. رستي ۾ شيکي وِنڊ واري چوڪ تي بيٺل بي.ئي.او.مِلي ويس. پنهنجي واچ ڏسندي چيائين - ”پورڻ سنگهہ - هي ڪو اِسڪول وڃڻ جو ٽائيم آهي؟“

پورڻ سنگهہ بہ نهڪائي جواب ڏنو - ”جي، هُتان وري وقت تي واپس بہ تہ اچڻو پوندو آهي نہ...!“

بي.ئي.او. بنا هُن جي ڳالهہ سمجهڻ جي چيو ”ها... ها... ها... شاباس، تہ پوءِ وڃ.“

اِسٽاف روم ۾ زبردست کِل جا ٺهاڪا گونججڻ لڳا.

”پورڻ سنگهہ جهڙن اُستادن جي ئي اِسڪول کي ڏات آهي. هي ٻار جن کي موٺ گيان بہ نہ آهي، اُنهن کي پڙهايون بہ تہ ڇا؟“ ڪنهن وچ ۾ چيو.

”انگريزي پڙهائڻ تہ اَسين شروع ٿا ڪريون. اُن ۾ تہ هِنن جي پوري اُستادي آهي.“ ٻلديوَ طنز سان چيو.

”جڏهن پيڙه ئي ڪچي هجي، تہ نہ اَسين ڪجهہ ڪري ٿا سگهون، نہ ڪاليج وارا.“

ٽئين چيو، ”ڪو چوي ٿو تہ بگاڙ مٿان کان شروع آهي. ڪو چوي ٿو پيڙه سان شروع ٿيو آ. هلو اَسانجي جوابداري تہ پوري ٿي. اَسين تہ نہ مٿي آهيون نہ هيٺ.“

ٻلديوَ سنگهہ رجسٽر سنڀاليندي پنهنجي ڪلاس ڏانهن هليو. ڪوئي ڪلاس وٺي يا نہ وٺي، هوُ ڪڏهن پنهنجو ڪلاس نہ ڇڏيندو هو. پهرين هوُ سڀني کي سمجهائيندو هو، پريرڻا ڏيندو هو، فرض لاءِ چيتنا جاڳائيندو هُئو. گ ذريل ڪجهہ سالن کان هوُ محسوس ڪرڻ لڳو هو تہ ڳالهہ هُن جي وَس کان ٻاهر ٿي ويئي آهي. هاڻ هوُ محظ خود کي سنڀالڻ ۽ پنهنجو دامن بچائڻ تائين، محدود ٿي ويو هو. هوُ هليو تہ پنيان ڊلون زهر اوتيو.

”هِن ورياءُ کان پنهنجو ڇوڪرو تہ قابو ٿئي نٿو... هِت بہ اِسڪول ۾ هُن جا ڪرتوت جڳہ تي ظاهر هئا. هاڻ جڏهن کان ڪاليج وڃڻ لڳو آهي تہ اُتي بہ ڪڏهن ڏسڻ نہ آيو آهي. ٻڌو آهي گهر بہ ڪيترا ڪيترا ڏينهن نٿو موٽي... مونکي تہ معاملو ڪجهہ ٻيو ئي ٿو لڳي...!“ باقي ڳالهہ اڌ ۾ ئي ڇڏي ڏنائين.

مکيہ ڦاٽڪ جو در کُليو. سڀني اوڏانهن نهاريو. کُليل ڏاڙهي، نيري پڳڙي ۽ ڪاري عينڪ وارو اُجاگر سنگهہ اچي رهيو هو ”هان ڀائي ڇيما، تنهنجو رقيب اچي ويو آهي اُڙدو ... ڏسون تہ نوران سان ڳڏ تون ولائت ٿو وڃي يا هي اُڙدو...!“

اوچتو چيمي اُيو ساھہ کنيو. ڊلون وري باھہ ۾ اچان گيھہ وجھي ڇڏيو - ”ھاءِ ھاءِ... ايترو اِنتظار... ھي تہ اکيون وڇائي راھہ ڏسي رھيو ھو تہ نوُران اِجھو آئي... ھاڻ آئي... پر نکري پيو ھي ڪاري عينڪ وارو، اُجاگر سنگھہ اُڙدوا! چڻ ملايا کان آيو ھجي.“

وري سڀ ھٿ تي ھٿ نھڪائي کِلي پيا. سُرجيت، جنھنجو نالو ڏيمي ’نوران‘ رکيو ھو، جي ڊيوٽي شھر مان اِسڪول جي لاءِ اخبار آڻڻ لاءِ لڳائي ويئي ھئي. ھِڪ ڏينھن اُجاگر سنگھہ اُنھيءَ کي اُڙدو اخبار بہ آڻڻ لاءِ چيو، تہ ڀِرون وکوڙي ھُن چيو ”توھان اُڙدوُ پڙھي ويندا آھيو، ماسٽر جي.“

”ھاڻ وٽ... اُڙدو... آھا.... ھا.. ڇا زبان آھي جي، مون تہ اِنھيءَ جا ٽي ڪلاس پڙھيا آھن، پر اُڙدو... ڇا زبان آھي... ڇا اُنھيءَ جي نزاڪت آھي.“ ھوُ ڪيتري دير اُڙدوءَ جي تعريف ۾ چوندو رھيو. اِنھيءَ طرح ھوُ اخبار ڏيڻ ۽ وٺڻ جي بھاني نوران سان ڳالھيون ڪري خوش ٿيندو ھيو. ھڪڙي ڏينھن ڪنھن ٻڌايو تہ سُرجيت پنھنجي ڳوٺ سان ولايت وڃي رھي آھي. ھڪ ڏينھن نيٺ اُجاگر سنگھہ پُڇي ورتس - ”ميڊم ٻڌو آھي توھان وديش اُڏامڻ وارا آھيو.“

”جي.“ ھڪ مٺڙ مُسڪان چھري تي آڻيندي سُرجيت پنھنجي چھري تي لٽڪِيل لٽ کي جھٽڪو ڏنو. چيمي شرارتي ڍنگہ سان اُجاگر سنگھہ جي چنتا جو اِظھار پاڻ ئي ڪري ڇڏيو. ”توھان وديش ھلي ويندا تہ ھِتي ڇا رھندو؟“

سُرجيت مُرڪي چيمي پاسي نھاريو. وري اُجاگر سنگھہ ڏانھن اکہ سان اِشارو ڪري چيو - ”پنيان رھجي ويندي اُڙدو“ ۽ ھوءَ رجسٽر تي حاضري لڳائڻ لڳي.

تڏھن کان اُجاگر سنگھہ جو نالو ’اُڙدو‘ پئجي ويو. سيني کي کلندو ڏسي

اُجاگر سنگهہ دير سان اچڻ جي صفائي ڏيڻ ۾ پلائي سمجهي - ”ڏند ڇا پيا ڏيکاريو سڀ جا سڀ....! اَسانجي رشتي جي هڪ چاچي هئي، اُها مري ويئي، اوڏانهن هلي ويو هوس.“

هُن جي ڳالهہ وچ ۾ ئي ڪٽيندي پي. ٽي. چئي وينو - ”ڪنهن تي مُئي هئي؟“

”پوئڪ نہ ڪُتي... پوئڪڻ....“ هوُ رجسٽر ۾ حاضري لڳائڻ لڳو. هُن وري هيڏانهن هوڏانهن ڳولها ڪندڙ نظرن سان نهاريو، ”ها.. مان اخبار ٿو ڏسان... ڪا خبر ئي پڙهي...“ هُن ڪِکو - وِکو ٿيندي چيو.

”شُهر وٽ ڪالهہ رات کان زبردست مقابلو هلي رهيو آهي. سي. آر.پي. وارن سڄو علائقو گهيري رکيو آهي. مين روڊ تي بسيُن جو اچڻ وڃڻ بند آهي.“ هُن اِسڪول ڪئمپس ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏنو - ”تڏهن تہ هيل تائين نوُرا نہ آئي آهي.“ ڪنهن اُستاد دِلاسو ڏيندي چيو.

اخبارن تي نظر ثاني ۽ ٽپسري تي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ کان پوءِ ئي ڪلاس ۾ وڃڻ وارا ماسٽر اخبارن لاءِ نوُرا جو اِنتظار ڪري رهيا هئا، يا نوُرا لاءِ اخبارن جو اِنتظار... چوڻ مُشڪل آهي.

پيو هوءَ وري ڪڏهن ٽيم تي ايندي آهي؟ هڪ بہ پيريڊ اڪثر ليٽ ايندي آهي.. چوندي آهي - اخبار آج ليٽ آيا.“ پي.ٽي. وري چئي چڙيو ”پائي هِن جو هيڊ ماسٽر سان خبر ناهي ڇا آهي... ورنا، اخبار اَسين نٺا آڻي سگهون ڇا.“ شهري اُستاد درشن هڪ ڏينهن چيو هو. اِنهيءَ تي وِملا پيڻ کلي ڏنو هو ”خاڪ ۽ کيهہ، ڏوڙ ۽ ڇا هي. هُن جو گهر وارو ٻاهران وديشي شيون موڪليندو آهي... ڪڏهن سوٽ، ڪڏهن پين، ڪڏهن پرفيوم....! هيءَ بہ هُن کي، گِفٽ ڪري ڏيندي آهي، پيو ڇا، ۽ هوُ هُن کي ڇوٽ ڏيئي ڇڏيندو آهي.“

”پيڻ هون ءَ بہ جنهن ۾ هُن جي گُهرج هوندي آهي، اُنهيءَ کي آڱرين تي

نچائيندي آهي. خبر ناهي ھِن وٽ ڪھڙو موھني منتر آهي. هيڏانھن اَسانجو پيائي ٻلديوَسنگهه آهي. ھُن جي منهن مان ’ويرِ جي‘، ٻڌي ڦُنڊجي پيو ڦِري.“

پي.ٽي. ماستر جي ڳالهه کي رد ڪندي وِملا چيو - ”اهڙي ڳالهه ناهي.“ پي.ٽي. جو اِشارو ھِن ڳالهه ڏانهن هيو تہ هيڊ ماستر کان پوءِ اِسڪول جو اِنچارج ٻلديوَ سنگهه هئڻ جي ڪري اُنهيءَ ’ويرِ جيِ‘ چوڻ جي نيتي عمل ۾ آندي اَٿئين پر وِملا ھِن ڳالهه سان سهمت ناهي.

ٻلديوَ جي ماسيءَ جي پٽ سان ڪيڏو لاڏ ڪندي هئي هوءَ. سڀ ڄاڻندا هئا تہ نائين کان پوءِ ڏهين درجي ۾ هوءَ ڪُلجيت جي ڪلاس جي اِنچارج رهي هئي. ھُن اُنهيءَ کان فيس نہ ورتي. چوي - ”پِلا ڪوپٽڻي، پائٽئي کان فيس جا پنج ڏهہ رُپيا وٺندي سُني لڳندي آهي.“

۽ تڏهن سيني جي جان مصيبت ۾ آئي جڏهن اِسڪول جي ڇوڪرن پوليس مقابلي ۾ شهيد ٿيل سنگهن جي ياد ۾ اِسڪول ۾ اکنڊ پاٺ رکائڻ جو پروگرام ناهي ڇڏيو. ھِندو هئڻ جي ناتي هيڊماستر سرڪار ۽ پوليس ائڪشن کان ڊڄندو هو. اِسڪول ۾ سيني کان وڏيڪ مان ٻلديوَسنگهه جو هو، پر ھِن پروگرام جي مکيہ ماڻهن ۾ سڀ کان اڳيان ھُن جو پنهنجو پٽ ڪُلجيت هو. هوُ ڪلجيت کي ڇا چوي. برابر جا ڇوڪرا، ماحول جي گرم هوا ۾ اُٿندڙ وِهندڙ، بس سمورو آگہ ئي آگہ هيو. باهہ ئي باهہ جو ڀڀڪو هو.

هر مهني ڪوئي نہ ڪوئي پوليس مقابلو ٿيندو رهندو هو. اُنهيءَ جي ڀوڳ پوڻ تائين سڀ ڪجهہ بند ڪرڻ جا اِشتهار پتين تي چنبڙي ويندا هئا. بازار، اِسڪول، بئنڪ ۽ سرڪاري دفتر ڪيترا ڪيترا ڏينهن بند رهندا هئا.

ٻلديوَ سنگهه ڇوڪرن کي چوندو هو ”اوءِ... ڀڳوان تہ اِئين ئي ٿو چاهي تہ توهان سڀ اَنپڙھ رهو ۽ هوُموُرکن تي راڄ ڪندا رهن، لُٽيندا رهن. توهان ڇو اِسڪول جا در بند ڪرائي پنهنجي من جا دروازا بند ڪري رهيا آهيو؟“ هاڻ

ھُن جي پنھنجي ڇوڪري جي من جو دروازو بند ٿي ويو آھي.

”ھي اَسانکي حوالات ۾ بند ڪرائيندو.“ ڪنھن پيڻ چيو ھو تہ سُرجيت، ڪُلجيت کي پاڻ وٽ گھرائي سمجھايو ھو. ”مئڊم، ڪنھن جي ھمت ناھي جو توھان ڏانھن آڱر کڻي سگھي.“

”مئڊم نہ.. پڦي آھيان مان تنھنجي.“ سُرجيت جي آواز ۾ ھُن جي لاءِ پنھنجائپ ھئي.

”ٺيڪ آھي بوئا جي.“ ڇوڪرومُرڪندي ھُن کي پيري پيو. ”جي پڦي مڃين ٿو تہ منھنجو مانُ رکُ... منھنجو چيو مڃ.“ سچ پچ ھُن پڦيءَ جو مان رکي ورتو ھو. اِسڪول ۾ اکنڊ پاٺ صاحب جو ڀوڳ تہ وري بہ پيو، پر اَرداس فقط اِمتحان ۾ سڦلتا پائڻ جي ڪئي ويئي. سمورو اِسڪول مصيبت جي منھن ۾ وڃڻ کان بچي ويو.

ڏھون پاس ڪُلجيت لڏُن جو دبو کڻي سيني جي سامھون آيو. سُرجيت جي پيرن تي خاص طور سان جھڪي ھُن چيو ”بوئا جي، توھان جي چڙٻ ۽ پيار مونکي سِڌي راھہ تي اڳيان وڌايو. ورنہ...“

سُرجيت ھُن جي مٿي تي ھٿ ڦيرائي آسيس ڏني. ”جيئندو رھہ. وڌي اورجا ھجيئي. سُياڻ اڄجانءِ. مون تنھنجي لاءِ ٻاھران ٽرئڪ سوُٽ گھرائي رکيو آھي، کڻي وڃجانءِ.“

اڄان تائين سُرجيت ۽ شھر جا ماسٽر نہ آيا ھئا. نہ پرڏان اُستاد ئي آيو ھو. ڇوڪرا گوڙ ڪندي گھمي رھيا ھئا. ڇوڪرن جي فوَج جڻ ٻاھرين چار ديواري تي چڙھي رستي تان ايندڙ ويندڙ ڳوٺ وارن سان مسخري ڪري رھي ھئي. ڪجھہ دير پھرين ڦيرو پائي ويل پوليس جون گاڏيون واپس اچي ويون ھيون. سپ اِسڪول گيٽ وٽ اچي بيٺيون. ورديءَ وارا لٿا. اُنھن سان گڏ ڳوٺ جومُکيا بہ ھيو. اِسڪول گيٽ لتاڙيندي ئي مکي سامھون ڪنھن ڇوڪري سان ڳالھايو.

ڇوڪري به جواب ڏنو. وري مکيءَ جي چوڻ مطابق ڪنهن کي ڪلاس روم مان سڏ ڪرڻ هلي ويو.

سرپنچ ۽ سي. آر. پي. جو اِنسپيڪٽر، پنجن ڇهن پوليس وارن سان گڏ دفتر ڏانهن هليو. ماسترن سان سلام ڪندي سڀ دفتر جي ڪُرسين تي ڄمي ويا. ٻئي ڪلاس روم مان ڪنهن ڇوڪري سان گڏ ٻلديوَ سنگهه ٻاهر آيو. ٺيڪ اُنهيءَ ويل سُرجيت ٻين ٻن اُستادن سان گڏ اِسڪول ۾ اَندر داخل ٿي. سُرجيت پنهنجي اکيان ايندڙ ٻلديوَ سنگهه ڏانهن مُرڪي نهاري چيو - ”وير جي، ست سري اَڪال.“ پوءِ اخبارن جي بنڊل اُنهن ڏانهن وڌائي چڏيائين.

”وير جي، رات ٻچر جي اڳيان ٿيل پوليس مقابلي جي خبر آهي. ست ڇوڪرا مئا هئا. بس ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا ته اُنهن مان ڪو ڇوڪرو توهان جي ڳوٺ جو به آهي. سچي، جي توهانجي ڳوٺ جو ڇوڪرو اُنهن ۾ هجي ته...“ هُن سهج ڀاوَ سان چيو - ”ته تمام سُٺو. اُنهيءَ جي پوڄه تائين ته اِسڪول ٻلوان جاننا بندا رکائيندا ئي. اِسڪول ۾ هفتو ڪن موڪلون ته رهنديون.“

هوءُ ڳالهائيندي دفتر ڏانهن وڌيا. ٻلديوَ سنگهه کي ڏسي مُکيا دفتر مان ٻاهر آيو. اُن جي پٺيان اِنسپيڪٽر به دفتر کان ٻاهر نڪري آيو. مُکيا اڳيان وڌي اُداس چهري سان ٻلديوَ سنگهه کي چيو - ”اُستاد جي، وڏي ٻُري خبر آهي... ڪالهه رات پنهنجو ڪُلجيت مقابلي ۾...!“

مُکيا ڌيمي آواز ۾ چئي رهيو هوءِ اُنهن کي هاڻ ئي گڏ هلڻ ۽ ڪُلجيت جي شناخت ڪرڻ لاءِ چئي رهيو هو. ٻلديوَ سنگهه جو جِسم نِستو ٿي پيو. هُن جي ڪنن ۾ تارون پئجي ويون. هُن جي هٿن مان اخبارون ڪري، پکڙجي ويون. سُرجيت ڪڏهن ڪِريل اخبارن ڏانهن ڏسي رهي هئي ته ڪڏهن ٻلديوَ سنگهه ڏانهن!

اُستاد ۽ شاگرد پيڙ ڪري اچي جمع ٿيا. سڀ خاموش هئا. گهري خاموشي، جڻ ته سمورو ديش ئي موڪل تي هلي ويو هجي. پي.ٽي. اِشاري سان سيني شاگردن کي پنهنجي پنهنجي گهر وڃڻ لاءِ چيو. اڳيان اچي بيٺل ستپال مانٺ کي ٽوڙيندي پڇيو ”ما... ما... ما... ستر جي... سُڀاڻي ڪان... سڪول ڪليل رهندو يا ڇُٽي...!“

”هلُ ري هُل ....“ پي.ٽي. هُن کي چڙٻندي چيو. ٻلديوَ سنگهه چوڻ ته چاهي پيو ته سُڀاڻي اِسڪول لڳندو، پر هُن جي واتٍ مان آواز نڪري نه سگهيو.



# نَوَ ٻار نهن ڏهہ

”چِنو! ٻڌو آهي سڄن کي آيل مائٽي ’پِيڪٽيوارا‘ پِليءَ جي لاءِ گهري اَٿائون؟“

جسوَنت پنهنجي دوست ستنام ڏانهن ڏسي مُرڪيو. هُن جي ڳالهائڻ جي ڍنگ ۾ لڪل تعنو چِنو کي سمجهہ ۾ نہ آيو. جانورن جي هيٺان چيٽو ميڙيندي هُن جا هٿ رُڪجي ويا. ”اَري ڀائي، اَسان گهٽيئي مِنٿون ڪيون... چون ٿا تہ توهانجو ڇوڪرو سِڌو آهي.“

چِنو هڪ ٿڌو ساهہ کنيو. هُن کي سڄن جي جواني گذري وڃڻ جو ڏکہ هيو، ۽ پِليءَ جو رِشتو نہ ٿيڻ جو بہ.

”ڀائي، اَسانجي دل ٿي ڪري تہ پنهنجو اَنش ونش وڌي. مرڻ کان پوءِ اَسانجو نالو کڻڻ وارو بہ ڪو هُجي. هُتي نياڳي ڏيءَ جي گهر بہ ڪو اؤلاد نہ! مان تہ چوان ٿي هِن جي گهر ئي بابا شاهہ مدار، لکن جو ڏاتار ڪوئي ٻال گوپال ڏيئي ڇڏي.“

پنهنجي ڪامنا کي گهٽ ڪندي هُن چيو، ”هڪ پيرو ڏيئي ڇڏي... پوءِ پلي وٺي وڃي. پر ڏي تہ سهين.“

هُن جي ڳالهہ ٻڌي جسوَنت ۽ ستنام کِلي وينا هئا. ”سُٺي مُراد گهري رهي آهين تون.“ جسوَنت جي چوڻ تي چِنو آهستي کِلي ڪري چيو. ”ڀائي، اَسان تہ اُنهن کي ايترو بہ چئي ڇڏيو تہ جي پِلو سان نہ، تہ ننڍڙي ننڍر سان ئي رِشتو ڪريو... جو خوش ڇهري وارو سُنو سهٽو جوان آهي. پر هي ڪمبخت ڪنهنکي هٿ ئي رکڻ نٿو ڏي. هوءَ ڪير آهي

فلمن ۾، ڇوڪ ٿو تہ شادي ڪرائڻي اَٿوَ تہ اُنهيءَ سان. هِن کي ڇئو، مڇي وڃي پائي... اَسانجا بہ اَرمان آهن...!''

نندر جو جانورن کي هِڪ ڪان پوءِ هڪ کولي ڪري نل تي لڳل موٽر مان پاڻي پيئاري رهيو هو، ڇِنو جي ڳالهہ ٻڌي هڪدم غصي سان ڏمرجي پيو، ''توکي پينگهي ۾ وجهي راند لاءِ رانديڪا ٿو ڏيان. مان جٽ سردار، ايڏو خانداني، مان دَلِت ڇوڪريءَ سان شادي ڪندس؟ مونکي تہ تون پنهنجو پاڻ تي ڇڏي ڏي. پنهنجي پٽ پِليءَ جي جتي مرضي پوءَ شادي ڪرايو، ليڪن پِلي ڇرئي کي ڪير ٻانهن ڏيندو؟''

مينهن کي ڪوُنٽيءَ سان ٻڌي هوُ پاڻ سياٽو ٻڻجي پِليءَ جي قابليت ٻڌائڻ لڳو ''چاچا! جنهن ڏينهن گروُسر جو ميلو لڳو. مون پڇيومانس - پِلي اَڄُ کهڙو وارُ آهي. چوڻ لڳو ... پاڳل! اڄ وار نہ، اڄ ميلو آهي ۽ ٻڌو ميلي ۾ مِسترين جي ڏيپي سان وڙهي پيو. رات جو گهر اچي چوڻ لڳو - مان ڏيپي جون ٻئي ٽنگون ڪٽي ڇڏيندس. هوڏانهن، اَسانجي پيڻ آهي، جنهنکي ٻار ڪپي گهوٽ سان گڏ ميلي ۾ آئي هئي. مان پيري پيوسانس. آشيرواد ڏيڻ جي بجاءِ چوڻ لڳي - وير جِي... مٿو ٽي ٽيڪيان، هي سمورو پريوارئي پاڳلن جو آهي.''

نندر وڏيڪ هوشياريءَ سان پيش اچي رهيو هو. ڇِنو غصي ۾ چيو - ''اَري نادان، هِنن سيني مِلي ڪري مونکي ڇريو ٺاهي ڇڏيو آهي. هوڏانهن، منهنجو جوان ڪمائوُ پٽ دغا ڏيئي ويو. پِلي هونئن بہ سِڌو ساڌو آهي. هوُ بہ گهر ۾ ڊِرو ٿيندو ٿو وڃي.''

''پائي جي، موَت جو تہ پِلي ۽ نِندر کي بہ گهٽ افسوس نہ هيو. پر سڄن جي موَت ڪان پوءِ گهر ۾ ڳالهہ هلي تہ سڄن وارورِشتو پِليءَ لاءِ گهريو

وڃي تہ پِليءَ جي دل ۾ بہ چراغ ٻرن. هِن ڳالهہ جي پٺڪ ننڍر جي ڪن تائين پهتي. هوُ خود بہ هِن رشتي جو خواهشمند نہ هيو، تڏهن بہ هُن کي گهر ۾ پاپيءَ جو اِنتظار هو. گهر ۾ ڇير ڇمڪائيندي پاپيءَ جي ڪلپنا ڪري هُن جسونت وٽ ٿالتو پِيل گارڊر گهُري ورتو، ڪونيءَ جي پنيان بارش ۾ ڀِڄي ويل ڪڇي ڪوني کي بہ ٺاهيو وڃي. جڏهن ڪنهن ’ڇوڪرو پاڳل آهي‘ چئي ڪري رِشتي کان انڪار ڪري ڇڏيو، تہ پِليءَ جو من بہ اُداس ٿي ويو. ننڍر جي منهن مان نڪتو ”اَسان کي وري بہ پاءُ جي مرڻ جو فائدو ئي ٿيو آهي.“

ڪم ڪار کان واندي ٿي ڇِنو نل تان هٿ منهن ڌوئي آئي تہ ميري رئي سان پنهنجو جهررين وارو سانوَرو چهرو اُگهندي چيو - ”اَري ويرا، هُن کي چئہ تہ مڃي وڃي. شُدائيءَ کي چئي ڇڏ پاءُ. تون ئي چئي ڇڏيس، جيئن هُن کي بہ عقل اچي وڃي.“

هوءَ جسونت ۽ ستنام، ٻنهي کي هڪ ئي وينتي ڪري رهي هئي.

”هل هل پوڙهي گهر هلُ ۽ خبردار جو مونکي شُدائي چيو اَٿئي. مان تہ سوُدائي آهيان.“

ننڍر پنهنجي سمجهداريءَ تي وڏي مان سان مُرڪيو.

”پڪٽيوارن وٽ لڳي ٿو هِن جي سمجهداريءَ جي خبر نہ پهتي.“

ستنام ۽ جسوَنت ٻنهي ڪلنڊڙ اکيون اکين سان ملايون. ”چاچا جي پڪٽيوارن کي ماريو گولي... توهان پنهنجو واعدو پورو ڪري ڇڏيو. شري ديويءَ سان گڏ رِشتي وارو. توهان کي وني ڏيندس گاڏي ماروتي ۽ چاچي جسونت کي فورڊ ٽرئڪٽر! وچ وارا ٿيڻ جي ڪري!... ۽ ٻنهي چاچين کي

ريشمي سوُٽ!‘‘

نندر ستنام کي لالچ ڏيئي رهيو هو. رات جو جسوت هُن جي آس ٻڌائي. ’’تنهنجو چاچو ستنام سنگهه شهر ۾ رهندو آهي. هي اُن جي ماءُ پيءُ کي به سڃاڻي. هوءَ اڪثر هِنن جي شهر ۾ ايندي رهندي آهي. هي اُنهن جي گهر وارن سان تنهنجي رِشتي جي ڳالهه هلائي ٿو سگهي.‘‘ جسونت چيو.

جنهنجي رِشتي جي ڳالهه هلائٽي هئي، اُها فلم ائڪٽريس شري ديوي هئي. ڪجهه مهنا پهرين جڏهن نندر پهريون ڀيرو شهر وڃي هُن جي فلم ڏٺي، تڏهن کان چمڪندڙ اکين ۽ ڀريل بدن واري هِن ڇوڪريءَ تي عاشق ٿي ويو. فلم ته پهرين به ڪڏهن ڪڏهن جسونت جي ٽي.وي. تي ڏسي وٺندو هو، پر وڏي اِسڪرين تي ڏٺل فلم هِن کي لُٽي ڇڏيو. ڳوٺ جا ڇوڪرا به گڏجي ڪري وي.سي.آر. وٺي ايندا هئا. پر هاڻ هوُ وڏيڪ ڌيان رکندو هو. پتو لڳائي ڪنهن نه ڪنهن گهر ۾ گهڙي ويندو هو. اکيون ٽي.وي. جي اِسڪرين تي کوڙي، ساهه روڪي، هوُ فلم سان گڏ پيو اُڏامندو هيو. ڪڏهن ٿڪ ڏيئي کلي پوندو، ته ڪڏهن اُپا اُپا ساهه کڻندو، لڙڪ اُگهڻ لڳندو هو. وري ڪڏهن ڪينرا ئي ڏينهن ٻنين جي وچ واري حد تي گهمندو رهندو هو.

هوُ خيالن ۾، ڪنهن فلم جو هيرو ٿي پوندو هو. شري ديويءَ جي ٻانهن پڪڙي، چيلهه ۾ هٿ وجهي هُن کي پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائيندو هيو. هوءَ کلندي کلندي ڇن ڇن ڇير ڇِمڪائي هُن جي پاڪر مان آهستي آهستي نڪري ويندي هئي. ڪنهن وڻ جي اوٽ ۾، يا ڀوُسي جي ٻڌل ويڙهي جي پٺيان لِڪي ويندي هئي.

هوُ اکيون چنيپيندي حيرانيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو هو تہ هُن کي ڪجهہ بہ ڏسڻ نہ ايندو هو. نہ ڄاڻ ڪيڏانهن وئي هوءَ؟

چئني پاسي اَن جي ٻنيُن جي ساوڪ، نلڪوُپ جو ميرانجهڙو پاڻي حوُديءَ ۾ پوندو هو. اَڙي هيءَ تہ هِتي آهي... ”ائبٖ“ ۾ صابڻ ساڻ، منهن سمورو ڳجيءَ سان ڀريل... پنهنجو آلن ڪپڙن سان ويڙهيل تن جي ڀريل گولاين ۾ ڏسڻ کان بيپرواهہ. ننڊر کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي هوءَ حوُديءَ جي ٻَني تي ٽنگون لٽڪائي ويهي رهي. ڇاتي پنهنجي ٻانهن ۾ لِڪائي چِڏيائين. ڳهاٽا ڪارا وار هُنجي کُلهي تي پکڙيل هيا. ڇهري تي پيل پاڻيءَ سان هُن جي نڪ ۾ پيل چانديءَ جو ڪوڪو، شيشي سمان چمڪي رهيو هو.

چمڪ اکين تي پيئي تہ هُن پنهنجي آڱرين سان اکين کي مهٽيو. جسونت ڪان ننڍي جسپال ڏِٺو؛ ننڊر اکيون ٻوڏي حوديءَ جي ٻني تي وينو هو. پاڻيءَ جي ڌار سان هُن جا ڪپڙا آلا ٿي رهيا هئا.

”اوءِ، اَجا پشُن جو چارو نہ ڪٽيو اَٿئي؟“ جسپال جي پُڇڻ تي ٻڌائڻ لڳو تہ، ”هوءَ هينئر آئي هئي، مونکي ڇئي رهي هئي تہ هِتي ئي ترسي پئون. مان آلا ڪپڙا مٽي وڻان.“

”هاڻ ڪٿي آهي؟“ جسپال مُرڪندي شرارت ڪئي.

”هوُڏس ٻاڙهي ماروتيءَ ۾ وڃي رهي آهي.“ ننڊر پريان رستي تي ويندڙ ڪار ڏانهن اِشارو ڪندي چيو.

”اُت هاڻ... ڇارو ڪٽ...! ٻاڙهي مارُوتيءَ جو مامو...!“ جسپال لاڏ

سان هُن کي چِڙائي ڏني.

ايندڙ ڪجهه ڏينهن ۾ ڳالهه ڳوٺ ۾ پکڙجي ويئي. هٽ - بازار ۾، گهٽيءَ - ڪوُچي جي هر موڙ تي، جو به ننڍر کي ملندو هو، شري ديويءَ جي باري ۾ پڇندو. هوُ به جوش سان ٻڌائيندو هو - ”چوي ٿي پنهنجي ايندڙ فلم ۾ توکي پاڻ سان گڏ هيرو ڪري ڪڍندس. مون چيو مانس - ”بس ٿورو اَناج صاف ڪري پئسو آڻيون. ڪجهه ڪپڙا لٽا ڍنگ جا سُبايان. هِنن ڪپڙن ۾ سموري ڳوٺ جي مُشڪ دُرگند ڍوئي مان پنهنجي راڻيءَ وٽ ڪيئن وڃان.“

هوُ ٺهڪ ڏيئي کلندو هو!

هڪڙي ڏينهن اَٽي جي چڪيءَ تي گهر جي لاءِ به ڪلو اَٽو وٺڻ ويو ته بچن مِستريءَ چيڙيس - ”اوهه ائڪٽر! ڪالهه تون ڪٿي هئين. هوءَ سڄي ڳوٺ ۾ توکي ڳولهي ڳولهي چري ٿي پيئي. هِتي چڪيءَ تي اچي مونکان پڇڻ لڳي ته خبر ناهي ڪٿي چوُمنتر ٿي ويو آهي منهنجو نهارچند. هوءَ اڳيان اڳيان مان هُن جي پنيان پنيان. مونکي اُنهيءَ سان ئي شادي ڪرڻي آهي.“

ڪن پل لاءِ ته ننڍر مِستريءَ جي ڇهري ڏانهن بي دليءَ سان نهاريو. اوچتو هُن جي اکين ۾ چمڪ اچي ويئي.

”ها تائو، شادي جي ته هُن سان پڪ آهي. مون ئي هُن کي چيو ته ٿوري فرصت جا ڏينهن اچڻ ڏي.“

اَٽي وارو لفافو کڻي هليو ته اڳيان وڻ جي نوُنڊ تي اَترو نيهنگ ۽ کُبو فوُجي ويٺا هئا. ننڍر کان خوشي پچائي نه ويئي - ”بابا فوُجيا. تائو

بچن سنگهه جي چِڪي تي ڪالهه هوءَ آئي هئي. هُن کي چئي ويئي آهي... جيترو اَتو هِنن کي کپي ڏيئي ڇڏيندو ڪر، ڳوٺيون ڀري ڀري. پئسا مان ڄاڻان ۽ تون.''

''ڪجر! هي ڏيڍ سير جو لفافو ڪٽي پيو اچين ۽ تون ڳالهه ڳوٺين جي ڪري رهيو آهين؟''

فوَجيءَ جي جواب ۾ هُن چيو هو - ''وٽ.. هاڻ هِنن جي لاءِ پنهنجو گهر ته نه لُٽائيندس.''

''هِنن لاءِ'' هُن جي مُراد پنهنجي گهر وارن سان هئي. پنهنجو گهر هوُ اُنهيءَ کي چئي رهيو هو جو هوُ پنهنجي بِلو سان وسائڻ وارو هو. ''مان هُن جا پئسا خرچ ڪريان ته منهنجا ئي پئسا لُٽجندا.''

نهنگه پهرين کِليو، پر پوءِ هُن کي غصو اچي ويو. ''پيئڻ چوٽ... شُدائي ڪٿي جا. توسان وهانءُ ڪيئن ڪندي. هوءَ وڏي گهراڻي جي ۽ تون دَلِت.'' نهنگه جي ويچار ۾ شاديءَ ۾ فقط ذات پات جي رنڊڪ وڏي اٽڪ هئي. باقي سيني گڻن ۾ جڻ جوڙي فِٽ هئي.

ايندڙ ڏينهن تي جسوَنت سان گڏ چارو پريندي هُن اَتري جي نالي هڪ وڏي ڳار ڏيندي چيو هو - ''هِن جي ڪُڇن ۾ سؤ سؤ جوئون پون... سنڪرات واري ڏينهن ڪٺاه پرساد ورهائي رهيو هو. مون چيومانس هٿ ڌوئي اچ... چاچا! هِن جو مون جهڙي سردار سان ڪهڙو ميل. مان مِنٿو ديئول... جٽ پاتشاه...!''

ٽوڪريءَ ۾ چارو وجهنديءَ هُن ڍيري ڍيري راز تان پردو کنيو. ''چاچا توکي خبر ناهي. هي گهريون ڳالهيون آهن. جيڪو فلم ائڪٽر ڌرميندر آهي نه''،

اُنهيءَ جسوَنت جي اکين ۾ اکيون وجهي چيو، ”اصل ۾ اُهوئي منهنجو پيءُ آهي ۽ ماءُ هيما ملاني آهي.“

”اوهه... هيما ملاني نہ، هيما مالينيءَ...“ جسونت غلطي سُڌاري. اَصل ۾ هُن جي خزاني ۾ گهڻيون ڳالهيون ڪلپنا مان اُسرنديون هيون. ڪافي هيڏانهن هوڏانهن ڪان پڌي ڪري هوُ پنهنجي من سان ٺاهي وٺندو هو.

”آ... هو... هيما مالينيءَ، اُها منهنجي ماءُ آهي.“ پنهنجي دل جي گهري راز کي پڌائي جسونت جي اکين ۾ اُنجي پرتيڪِريا ڄاڻڻ چاهي.

جسونت مُڇن مان مُرڪي ڏنو. ”مونکي تہ خبر آهي... تون وچي جانورن کي چارو ڪاراءِ. منهن هٿ ڌوئي واندو ٿيءُ، پوءِ تنهنجي رام ڪهاڻي ٻڌنداسين.“

شام جو جسونت جي زال، نندر کي ڪٽوري ۾ دال ۽ روٽيون ڏيئي رهي هئي. جسونت کِلي چيو ”پيار سان روٽي ڏي، ديئول جٽ کي، هيما مالينيءَ جي لاڏلي کي.“

ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ۾ هُن پنهنجي بيان ۾ سُڌار ڪري ورتو هو. جڏهن هُن جو جنم ٿيو، تڏهن تہ ڌرميندر جو، هيما مالينيءَ سان وهانءُ بہ نہ ٿيو هو. هاڻ هوُ ڌرميندر جي ٻن پُٽن، سني ۽ بابي ديئول جو ٿيون وچون ڀاءُ هيو ۽ اُنهن جي ماءُ ئي هُن جي ماءُ هئي. هِڪ ڏينهن چوڻ لڳو ”سني ڀائي آيو هو، ريلوي لائين تي مِليو. چوڻ لڳو تون فڪر چو ٿو ڪرين. سڄن کي ياد ڪري روئندو رهيو. اسانکي ڏس، تنهنجا سڳا ڀائر... تنهنجون ڀانهون...!“

هُن جي چيتنا اَچيتنا ڀاڻ ۾ گڏجي ويندیون هيون. روز ماڻهن سان ڳالهيون ڪندو ۽ نيون آکاڻيون ٺاهي اُنهن ۾ رنگہ ڀريندو هيو. شام جو ڪم

ڪان واندو ٿي ڪري، جسونت جي ٽي.وي. جي اڳيان اچي ويھندو. ٻنين ۾ ڪم ڪندي، ويجھڙائيءَ مان گذرندڙ ريل گاڏيءَ پاڻنديئڙن کي ڏسي ڪڏھن خوش ٿيندو، ڪڏھن اُداس. ھاڻ سڄڻ جون ڳالھيون ٿي چڪيون ھيون. تِن کي ياد ڪندي نندر اُداس لھجي ۾ چيو - ”شري ديوي ڪالھ منھنجي غير حاضريءَ ۾، گھر ٻاپي وٽ آئي ھئي.“

”ڇا ڪرڻ آئي ھئي؟“

”سڄڻ جي پرچاڻي ڪرڻ...“

”ڇا چيائين؟“

”چيائين... پاپا جي ، اَسانجي سڄڻ سان ٻُرو ٿيو. ھوُ تہ گھر جو آسرو ھو. ڪمائو پُٽ...! ڌيرج رکو... ھُن جي رضا تہ مِٺي ئي پوندي.“

ھوُ گنپير ٿي ٻڌائي رھيو ھو تہ نہ چاھيندي بہ جسونت ۽ ستنام جي کِل نڪري ويئي. اُنھن کي کلندو ڏسي نندر پاڻ بہ کِلي ڏنو.

”چڱو جسونت سنگھہ! ڀلا ٻڌاءِ تہ ھي ڪيترو پڙھيل لکيل آھي؟ ۽ ھِن جي زمين جائداد ڪيتري آھي؟ آخر رِشتي جي ڳالھہ ھلائڻي آھي تہ ڇا ڇوڪري جي باري ۾ سڀ ڪجھہ نہ پُڇندا...!“ ستنام گنپير ٿي جسوَنت جي باري ۾ ڄاڻڻ ٿي چاھيو.

”اَسانجو پٽ نندر سنگھہ گھڻو ئي پڙھيل لکيل آھي. سياڻو ڇوڪرو آھي.“

اوتري ئي گنپيرتا سان جسونت جواب ڏيئي رھيو ھو. گذريل ڏينھن ۾ ڊورن واري ڪوٺي ۾ بلب لڳائيندي، ڪيس ھلڪو ڪرنٽ لڳو ھو. ھڪ جھٽڪو کائي ھوُ زمين تي وڃي ڪِريو. اَسان پڪڙي اُٿاريوسين

تہ لکن جي ڳالهہ چيائين - ”مان سيني ۾ پڙهيل لکيل سياڻو بندو هيس. مان مري وڃان ها تہ سمورو گهر تباهہ ٿي...!“

چپن ۾ مُرڪندي هُن وري چيو - ”اهڙا پڙهيل لکيل ڇوڪرا ڪٿان ڳولهيندي ملندا آهن.“

پڙهيل لکيل سِڌ ڪرڻ لاءِ جڏهن جڏهن جسونت هُن جي باري ۾ جانڪاري ڏي... هوُ پنهنجي ٻالپڻ جي يادن ۾ گُم ٿي ويندو هو. جڏهن هوُ ڇهن ستن سالن جي عمر ڪان نبردارن جا جانور چرائڻ، ٻاهر ٻنيءَ جي حد تائين پيو ڦرندو هو. جڏهن جانوَر تلاوَ ۾ گِهري ويندا هئا تہ ڪناري تي پرائمري اِسڪول جي گيٽ سان گڏ کُلهو لڳائي، شوخيءَ سان بيهي رهيو. نل تي پاڻي پيئندي ۽ مُڇون اُگهندي ٽڪٽڪي ٻڌي ٻارن کي ڏسندو رهيو. ببوُل هيٺان ماستر ماسترياڻيون ٻارن کي وني وينا هئا. هوُ آهستي آهستي کسڪندو نل وٽ وڃي ٻليءَ جهڙين اکين ۽ ٻگهي چوٽيءَ واري ماسترياڻي گُرميت ڏانهن يڪ ٽڪ ڏسندو رهيو. بس گرميت ڏانهن ڏسندي هوُ اُنهيءَ ڏانهن ڇڪجندو ويو، اِئين جو خبر ئي نہ پيس ڪنهن وقت ڪيڪر وڻن جي سايع ۾ هلي ويو.

”پيئڻ جي، ڇوڪرو تہ توتان اڪہ ئي نٿو ڪٽي...“ ماستر شرارت ڪندي چيو.

گُرميت پيئڻ جيءَ ڏنو، اِشاري سان هُن کي پاڻ ڏانهن سڏ ڪيو. هوُ جهڪي ڪري ڪُرسيءَ جي ٻانهن ڪان لڳي بيٺو. ”ڪاڪي، تنهنجي پڙهڻ تي دل ٿي ڪري؟“ گُرميت پنهنجن هٿن سان هُن جي ٻنهي ڳِلن کي دٻائيندي پڇيو.

ڪيتري نہ مھڪندڙ خوشبوءِ اچي رهي هئي گُرميت پيڻ جيءَ مان. نندر هُن جي وڏين بِلوري اکين ۾ آس سان ڏسندي ’ها‘ ۾ مٿو لوڏايو. گُرميت جي نڪ ۾ پيل چمڪندڙ ڪوڪو وڏيڪ چمڪي رهيو هو. اُنهيءَ وقت هُن کي پريان ڪان تاري گهينٽ جو آواز ٻڌو، ”اوءِ ڪوتي جا ڪُر! پنهنجي پاڻُ کي سنڀال، هيڏانهن اچي.“ هوُ اُنجي مينهن کي ٻنيءَ مان هڪالي رهيو هو. ”اِجهو ٿو لڳايان تنهنجي ڪنن کي ٻہ...!“

جڻ سپني مان جاڳندي نندر مينهن کي وٺي اچڻ لاءِ اُٿي ڪري پڳو. تاري گهينٽ هڪ هلڪي ٿپڪي هُن جي  ڳل تي هڻئي. ٿپڪي زور پري نہ هئي. اُن ۾ ٿورو لاڏ بہ هيو. وري بہ تاري گهينٽ جي ٿپڪيءَ جو سِپرش گُرميت جي نرم هٿن جي اِسپرش هينان دٻجي ويو.

پريان موٽندڙ نندر ستنام کي پنهنجي پڙهائيءَ جي باري ۾ هيءَ خبر ڏني، ”چاچا، پھڙيو تہ مان بي.اي. آهيان. ١٢ اِسڪول ۾ پڙهيا، ۽ ١٠ جمات پڙهي ڪاليج ۾...“

ٻئي هُن جي ڳالهہ تي کلندا هئا تہ هوُ پنهنجي زمين جائداد جي ڳالهہ ڇيڙي ڇڏيندو هو. ”ڳوٺ واري زمين جا ٿي چار سؤ ڪلوميٽر آهي، اُها ٻڌيءَ ڇئي ڇڏيو هو تہ هيءَ تنهنجي نالي. تون ئي هِن کي وڪٽي، ڪاڻُ خرچ. ٻين ڇوڪرن کي تہ ڳوٺ ۾ اچي رهڻو ناهي. هوُ تہ هاڻ ممبئيءَ ۾ ئي رهندا. وڏِي ٻيبي پرڪاش ڪوُر چيو آهي تہ پٽ زيوَر ڪپڙي جي ڪا ڪمي ڪونهي. ٽرڪن جا ٽرڪ، پيتين جون پيتيون پريون پيون آهن. ٻيو تہ ٻيو، ننڍي ٻيبي هيما مالينيءَ بہ چيو ”هي تنهنجون ٻہ پينرون آهن. اِنهن لاءِ سُنا رِشنا ڳولهہ... شادي ڪرائي... اِنهن جي گهر

موڪلي ڇڏ. باقي سڀ تنهنجو ئي آهي. پٽ عيش ڪجانءِ. مان ڇا سڄي عمر ويٺي رهندس هِتي...!“

ڪجهہ ڏينهن ۾ هُن ڳوٺ ۾ خلاصو ڪري ڇڏيو تہ ”شري ديويءَ جي گهر وارن هڪ خاص ماڻهوءَ مونکي ڏسڻ ۽ پسند ڪرڻ لاءِ موڪليو آهي. مونکي ڏسندي ئي هُن جو چاهہ وڌيو. چوندو رهيو - ”ايترو سهڻو هيري جهڙو ڇوڪرو قسمت وارن کي ملندو آهي.“

اِنهن سپنن ۾ گُم نندر ڪنڌ تي رکيل سامان ساڻ هلندو ٿي ويو. سامهون اُن جي پاسي واري گهِٽيءَ ۾ اُنهن جي برادريءَ جي، هم عمر ڏنتو هُن کي اڳيان آيل ڏسي بيهي رهي. ”اَري نندرا... ٻڌو آهي تنهنجو ڪنهن فلم واريءَ سان وهانءُ ٿيڻ وارو آهي!“

”اِها ڳالهہ ٻُڌهي نہ رهي آهي، سڄي ڳوٺ کي خبر آهي...!“

”هوءَ ڪٿي مِلي بہ اَٿيئي. ڪڏهن ڏني وائني بہ اَٿئي يا اِئين هوا ۾ تلوارون هلائي رهيو آهين؟“

”هوُن... مِلي وِلي ڇا ٿي پُڇين. ٻالپڻ کان گڏ راند ڪندا رهيا آهيون هُن ساڻ... پِل... گولي... نڪا... پورُ...“

هوُسهڄ ئي چئي ويو. نندِا هئا تہ اوڙي پاڙي جي ڇوڪرن ڇوڪرين ساڻ مِلي ڪري راند ڪندا هئا. هيءَ ڇوڪري ڏنتو ۽ نندر بہ، راند ڪرڻ وارن ٻارن ۾ هوندا هئا. ڏنتو هُن کان تکڙي ۽ ڏاڪڙ هئي. هارڻ لڳندي هئي تہ سڄو کيل بگاڙي ڇڏيندي هئي. نندر کي هُن جي هلت پسند نہ هئي. هوُهُن ساڻ راند ڪرڻ ۾ ڪترائيندو هو.

”اَڙي اَسان سان راند ڪين ڪندو هئين تون...“

”توُن... تون تہ نڱي ڪندي هئين ءَ.“

هُن جي ٻاله ٻڌي ڏنتي ڪپهہ جي گل وانگر ٽِڙي پيئي. هيڏانهن هوڏانهن نهاري هُن جي ڇاتيءَ تي هِڪ پيار ڀريو مُڪو هنيائين.

هٿ جي اِسپرش سان ئي ننڊر ڪي پنهنجي دل اُڇل ڪائي ٻاهر ايندي لڳي. ڏنتي جي کِل... ٺهڪ... هُن ڪي شري ديويءَ جهڙا لڳا.

”اَڙي... وير تي ڪري ساڳہ تہ ٽوڙڻ ڏي...“ ڏنتو ڪٽڪ ۾ اُسريل سرسون جون نرم ٽاريون ڏسي لالچ ۾ اچي ويئي. پل ۾ هِن جي دل چيو تہ چوي - ”تون آرام سان ويهي رهہ. مان خود تنهنجي لاءِ ساڳہ ٽوڙي رهيو آهيان.“ پر خيال آيس چاچو اچي ويو تہ...؟“

”چاچي کي اِسڪوٽر تي بس جي اَڏي ڏانهن ويندو ڏٺو هو مون. ٽوڙي وٺ هاڻ.“

سموري ٻني اُنهيءَ جي حوالي ڪري، پاٽيءَ جورُخ جلدي جلدي موڙي، ڏنتو ڏانهن اڳيان وڌيو ئي هو تہ ڳوٺ جي پاسي کان اِسڪوٽر جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. جسونت کي ايندو ڏسي ساڳہ جون ٻہ مُٺيون اُتي ئي سيرائيءَ تي رکي، ڏنتو تيز قدمن سان اڳيان هلي ويئي. جسونت هُن کي ڏسي ورتو هو.

”هوءَ ڇوڪري ڇا ڪري رهي هئي ٻنين ۾؟“

”ڪجهہ نہ... اُهو تہ اِئين ئي....“

جسونت سيرائيءَ تي رکيل ساڳہ ڏسي ورتو.

”هي مون هُن کان رکايو آهي... مون هُن کي چيو. ”وڃُ هلي وڃُ هِتان. توکي ڪنهن ساڳہ ٽوڙڻ لاءِ چيو آهي. توکي ڪهڙي خبر تہ جٽ

ڪيئن محنت ڪري، رات ڏينهن هڪ ڪري فصل کي پاليندو آهي!“

ٻيو ڪو موقعو هجي ته جسونت ھُن کي هيءَ ڳالهه بدلائڻ تي مُرڪي ڏئي ها. پر هاڻ ڳالهه ناهڻ لاءِ چيائين ”تون جي هينءَ چوڪرين جي عاشقيءَ جي چڪر ۾ فصل کي اُجاڙيندو رهين ته مان ستنام کي چئي تنهنجي رِشتي جي ڳالهه ٺپ ڪرائي ڇڏيندس. ڪنهِر! وفاداري به ڪا شيءِ آهي. تون ھُن سان به دوکو ٿو ڪرين... ۽ اَسان سان به.“

ڏنتي جي هٿ جي ڇهاوَ سان جا دل ڇاتيءَ مان ٻاهر اُڇل ڏيئي رهي هئي، اُنهيءَ طريقي ئي ڳچ وانگر اَندر ئي اَندر سُسي ويئي. ھُنکي ته شري ديويءَ جو خمار هو. ھُن کي ڇا ڪرڻو آهي ڏنتي سان...!

ٻئي ڏينهن ڏنتو پاڻ ڏانهن ايندي ڏسي هوُ نظر بچائي ٻي سرائيءَ ڏانهن هليو. ھُن جي نظر ته جتي هئي، بس اُتي ئي هئي. هاڻ هوُ روز ستنام جي واٽ ڏسندو هيو ته ڪڏهن هوُ رشتو پڪو ٿيڻ جي خبر کڻي ايندو.

ستنام آيو ته ھُن جو چاهه وڌيو. ھُن سان گڏ ھُن جا ليڪڪ ۽ پروفيسر دوست به هئا. ستنام تِن کي نندر سان ملائڻ تي چاهيو. چانهه پيئڻ کان پوءِ فرصت پائي ھُن کي پاڻ وٽ هڪ نمائش جي شيءِ وانگر سڏ ڪيو. ڳالهه شروع ڪرڻ جي خيال سان ستنام چيو ”اوهه يار، شري ديويءَ جي گهر وارن سان اجان ملاقات نه ٿي سگهي. هوءَ پاڻ مونکي مِلي هئي. تنهنجي ڳالهه ڪيائين ته ڏاڍي خوش هئي. چئي رهي هئي، مان تيار آهيان. پر گهر وارن سان ڳالهائڻ به ضروري آهي!“

نندر جا ويچار جاڳڻ کان پهرين ڪنهن پيشڪش ڪئي ”شري ديويءَ سان تنهنجي ڳالهه نه ٺهڪي ته اُنکي ڇڏ! تنهنجي لاءِ ماڌوُري

ڊِڪشت بہ مِنٿوُن ٿي ڪري. اُها چوندي وتندي آهي تہ نندر اڄ ها ڪري، مان وِهانءِ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. تيار هونءَ جوُهي چاولا بہ آهي. هي ڪي ڳ هٿ سُهڻيون تہ ناهين.... توُن هڪ پيرو ها چئہ...“

نندر ڪو جواب نہ ڏنو. مان ڪري ٻڌندو رهيو. چوڻ واري پيشڪش وري دُهرائي - ”ماڌوري ۽ جوُهي ٻئي ڳڏ تو سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهن. اُنهن جو چوڻ آهي تہ جي اهڙو سُهڻو ڇوڪرو ٿو مِلي تہ سوُٽ هئڻ جو ڏُکہ بہ سهي ٿو سگهجي.“

جوش ۾ ٻين ساٿين بہ هُن کي پيشڪش مڃڻ جي صلاح ڏني. نندر چوڻ لڳو ”هِنن ٻن سان وهانوَ ڪرائڻو اَٿو تہ ٿنهي سان ئي ڪرايو نہ! ماڌوري ۽ جوُهي جي ضد ٿيون ڪن، اُنهن سان بہ ڪنداسين. هي ٻئي ڳ هر جو چوُلو  چؤڪو سنڀالي وٺنديون ۽ شري ديوي رهندي مون ساڻ، ڪار ۾!“

”پتراڻي ٿي ڪري؟“ ڪنهن ڳالهہ پوُري ڪئي تہ ڪل جا نهاڪا پراڏو ٻڌجي گونجڻ لڳا. نندر اکين کي ڪجهہ بند ڪري، گهڻي گنڀيرتا سان ساڄي هٿ جي پهرين آڱر سان مٿو نوڪيو. فيصلي واري اَنداز ۾ چيائين - ”نہ، نہ، اِهو نہ ٿي سگهندو.“ وري آڱر سان مٿو نوڪيندي چيائين ”هوءَ لال چوڙا ۽ چير پائي هِتي نچندي رهندي آهي. هُن جي اکڙين جي ڏمڪ هِتي پوندي آهي.“ هُن پنهنجي دل تي هٿ رکندي چيو.

”.... ۽ هيءُ اِنجڻ وانگر ڌڪ ڌڪ ڪندي آهي هر وقت... هونءَ تہ ڪڏهن دل ڪندي آهي تہ تِکي نوڪ واري چاقوءَ سان چانئيءَ جي ڦار وانگر مٿو چيري ڇڏيان. اُنکي ٻيو سمان ڪڍي ڦِٽي ڪريان. ڪليجي

مان مُٺ پري ٻاهر ڪڍي ڇڏيان...“

ڪِن پل لاءِ هوُ چپ ٿي ويو، پر وري گهرو ساهه کڻي چيائين ”پهرين جيءُ پري روئان ۽ پوءِ جيءُ پري سُمهان. چاچا... بادام مان ٻُڙ نڪري ويو ته باقي بچندو ڇا.“

ڳالهه ختم ڪري هوُ دل کولي کليو. هُن جي اَندر جو شاعر ڳالهائي رهيو هو.

ڪنهن سُني صلاح ڏني. هيڏانهن ڳالهه هلائڻ کان پهرين هِن جي گهر وارن سان به ڳالهائي ڏٺا وٺون. ٿي ٿو سگهي هِن جا گهر وارا نه مڃن. آخر اَنتر جاتيه معاملو آهي.

”ڪير ڇِنو ۽ بابا نيتا“ جسونت ڇوڙ ڇاهيو. وچ ۾ ٿوڪيندي نندر چيو ”ڇِنو ۽ نيتا منهنجا ماءُ پيءُ ٿوريئي آهن. نِرا بدبوءِ جا پوٽلا...! اَڙي، منهنجا ماءُ پيءُ ته ڌرميندر ۽ ببيي پرڪاش ڪؤر آهن.“

”هِتي ڪيئن اچي وئين تون؟“

هوُ جواب ڏيندي ڏيندي رُڪجي ويو. ڇاڪاڻ جو جسونت کان نندو جسپال گلاسن ۾ شراب اوتي رهيو هو. سڀني جو ڌيان پنهنجي پنهنجي گلاسن ۾ هو. بوتل ميز تي رکندي جسپال ٻڌايو، ”هڪ ڏينهن ڇنو مونکي... اَڙي جسپال، هِن کي ڇئه ته وهانوَ ڪري وٺي... جتي ڇئي ٿو اُتي ڪرائي ڇڏيو، پر وهانءُ ڪرائي وٺو.“

”وهانءُ ته پنهنجو ڌُرُسان ٿيو پيو آهي. ڇنو ڇري ڇا ڪرائيندي. ڇڱو، چاچا تون هڪ ڳالهه ٻڌاءِ ته توکي جڏهن هوءَ مِلي، ته منهنجي نندپڻ جي ڪا ڳالهه هُن ٻڌائي هئي....“ نندر ستنام کان ڄاڻڻ چاهيو.

”ٻالڪپڻ جي ڇا...؟“

”هان وٽ، ٻالپڻ ۾ اَسين گڏ ئي تہ راند ڪندا هئاسين.“

”ڪيئن يار! تون سموري ڳالهہ کولي ٻڌاءِ.“

سڀ پنهنجي پنهنجي گلاسن مان چُسڪيون ڀرڻ لڳا. هُن پنهنجي ڪٿا شروع ڪري ڇڏي... ”مون وٽ ڪاري لنبي ڪار هوندي هئي. هاڻ بہ آهي! اُنهيءَ ۾ ويهي اِسڪول ويندو هيم. ڇهن سنن سالن جو... نيلي نِڪرَ، اَڇي خميس ۽ ڳاڙهي ٽاءِ پائي، ڇئن وارو بوُٽ جُراب پاتل. شري ديويءَ جي گهر جي اڳيان اَسانجي ڪار گذرندي هئي تہ هوءَ روز دروازي تي بيٺي هوندي هئي. دروازو پنهنجي دروازي جيترو وڏو هو. جنهن مان مال سان ڀريل ٽرالي نڪري وڃي. هُن کي ڪارو فراڪ پيو هوندو هو. وڏو گول گول مُهانڊو هوهُن جو، گورو گورو رنگ، ۽ گلابي... ٻلوري اکيون... هڪ ڏينهن مون ڊرائيوَر کي چيو - ڪار روڪ. هوءَ مونکي ڏسي ڇوڙ لڳي - هڪ، ٻہ، ٽي، چار، پنج، ڇهہ... ۽ مون پڻ چيو... ڇهہ، نوَ، ٻارنهن، ڏهہ...!“

ڪيترائي ڏينهن اِهو چڪر هلندو رهيو. هِن جي ماءُ ڇوڙ لڳي آخر ماجرا ڇا آهي... اَسانجي نينگر بہ نَوَ ، ٻارهن ڏهہ ڇوڙ لڳي آهي، ۽ ڇوڪرو بہ اِهو ئي چئي رهيو آهي...! جڏهن هُن جي زال (پرڪاش ڪ ور) آخر هار مڃي ڏرميندر سان ڳالهہ ڪئي تہ بابي جو مٿو ننڪيو. گهڻو سوچ ڪان پوءِ هُنجي زال کي چيو ”ڳالهہ خطرناڪ آهي... هي تہ ٻارن پنهنجو پاڻ کي دُکہ جو روڳ لڳائي ڇڏيو آهي. هِنن ٻنهي کي نَوَ ٻارهن، ڏهہ ٽي ويو آهي. توهان چنتا نہ ڪريو، هاڻ هيءَ گُڏي اَسانجي. توهان گُڏي اَسانکي اَرپي ڇڏيو. گهڻي سُکہ سان رکنداسين هِن کي. منهنجو هي

ڇوڪرو روز توهانجي گهر ڏانهن ڊُڪندو آهي، مونکي شري ديويءَ ڪان ٻئين درجي جو پنجابيءَ جو ڪتاب ورتو آهي. اُتي تہ ٻئي پاڻ ۾ ڪتاب ڏيندا وٺندا رهندا ۽ گڏ پڙهندا.“

جسونت ۽ ستنام گهٽي ڏيان سان ٻڌي رهيا هئا. هلندڙ ٽي.وي. اُنهن بند ڪرائي ڇڏي. نندر جون ڳالهيون ٿي اُنهن لاءِ وندر جو پروگرام هيون. نندر گراموفون وانگر لڳاتار وڄندو رهيو. ”پاپا هُن کي گهر وٺي آيو. اَسين ٻئي اِسڪول گڏ ويندا هئاسين، ٻانهہ ۾ ٻانهہ وجهي. اُتي اِسڪول ۾ ئي گُرميت پيڻ جي اَسانجو وهانءُ ڪري ڇڏيو. رات جو بيبيءَ جي هڪ پاسي هوءَ سُمهي پيئي هوندي، هڪ پاسي مان...! بيبي جڏهن سُمهي پوندي هئي تہ مان ڏيري پنهنجي ٽنگہ تان ٽنگہ هٽائي پنهنجي پير جي آڱوٺي سان هُن جي پير جي آڱوٺي کي ڇُهندو هوس.

اُتان ئي مان اِسڪول ۾ داخل ٿي ويس. هوائي جهازن جو اَڏو بہ پاسي ۾ ئي هيو. جيئن هِتان گاڏي گذرندي آهي، تيئن هوائي جهاز اُڏامندا هئا. مون پيءُ کي چيو - ”ڊئڊي مونکي هوائي جهاز وٺي ڏيو.“

ڊئڊي چوندو هو - ”اوءِ يار، توکي نينگر آٽي ڏني آهي هاڻ هوائي جهاز ڪٿان آٽي ڏيانءِ؟“

مون چيو - ”نينگر اچي تہ ساڻ جهاز بہ اچڻ کپي. هُن کي جهاز جي سواري نہ ڪرائٽي آهي ڇا؟ مونکي تہ جهاز ورتو آهي، پوءِ چاهي ٻنيِ وڪٽي آٽيو. ورتو جهاز ئي آهي ٻيو ڪجهہ نہ....!“

هوُ چوندو هو ”پٽ هل، اِئين ٿا ڪريون تہ توکي ميلي مان جهاز وٺي ڏيندا سين... دڪان مان...“

۾ گهر اچي ببيءَ کي چوندو هو ”سيا ڳي سُنو مانڊاڻ متو آهي. ڇوڪرو ضد ئي نٿو ڇڏي. هاڻ ڇا ڪريون؟“

هُن چيو ”ڪرڻو ڇا آهي؟ جي چار ڪروڙ روپيا بئنڪ ۾ جمع ڪري رکيا آهن، هاڻ ڪڍايو. ٻار ڪان وڌيڪ ٻيو ڇا آهي؟“

هاڻ ٻڌو سائين، جهاز وٺي ڇڏيو. بابي کي هلائڻو پوندو هئو ۽ مان شري ديويءَ سان گڏ ويهي رهندو هيس. پوءِ ڏيري ڏيري مون پاڻ جهاز هلائڻ شروع ڪري ڇڏيو. مٿان وري مسافرن جون سواريون. اِئين اچو ميڙو ڪن، جنهن جو ڪوئي حساب ڪونهي. پنڃاهہ پنڃاهہ... چاليهہ چاليهہ هزار جون ٽڪيٽون... هڪ جڳهہ ڪان ٻيءَ، ڪڏهن لنڊن وڃڻ تہ ڪڏهن لنڊن ڪان بمبئي اچڻ. اينتري ڪمائي هُئي جو بابي جو سمورو پئسو واپس ڪري ڇڏيو. هاڻ جهاز مُنهنجو. اجان تائين جهاز منهنجي نالي تي آهي.“

هاڻ ڳالهہ ٻئي پاسي موڙ ڪاڏو. اِنڪري نڪاڻي تي آڻڻ لاءِ ڪنهن چيو - ”اَڙي يار، تون شري ديويءَ جي ڳالهہ ٻڌاءِ.“ اُنهيءَ ڏانهن ئي اچي رهيو آهيان. مون هُنکي چيو هاڻ تو لاءِ جهاز بہ وٺي ڇڏيو آهي. هاڻ اَسين ٻئي گڏ ئي رهون.“

”گڏ تہ تون پهرين ئي رهندو هئين...“ ڪنهن ڳالهہ کي وچ ۾ روڪي چيو. هُن وري چيو - ”پهرين تہ ببيءَ جي ڪمري ۾ سُمهندا هئاسين، هاڻ الڳ، پنهنجي ڪمري ۾ سُمهنداسين، پلنگ تي چڙهي. پر سردار جي اُنهيءَ سان ئي پنگو وڌيو. بابي کي خبر پيئي تہ هُن جو پارو چڙهي ويو. مان ڏجي جانورن واري ڪونيءَ ۾ لِڪي وينس. بابو شونگ تي هليو ويو. ببيءَ فون ڪري گُرميت پيڻ جيءَ کي سڏ ڪرايو. مونکي گُرميت

پيڻ جي پنهنجي گهر وني ويئي. اُتي هُن مونکي پيار ڪيو، پُٽن وانگر سنان ڪرايائين. ڪُرسيءَ تي ويهي ڪري پڙهائيندي هئي، کير پياريندي، سبق ٻڌائيندي رهي. مان چوندو رهيس، نَنوَ ٻارنهن ڏهه... آخر هار مڃي هوءَ مونکي گهر ڇڏي ويئي.''

''بابي جي سامهون پيشي تي تہ هُن پير مان جُتي لاٿي. تاڙ... تاڙ... منهنجي مٿي تي ماري چيو... جائو مس آهين، الڳہ ڪمري ۾ سُمهڻ جي ڳالهہ ٿو ڪرين. توکي سُمهاريندا سين اُنهيءَ بابي نيتيواري جي ڪچي ڪوٺي ۾، جو بارش ۾ ڪِري پيو هو. ڏُکَ پائي بيبيءَ ڇڏايو. بابي غصي ۾ چيو ''توُن هيترا ڏينهن ڪٿي رهي پئين؟ هوءَ تنهنجي ماءُ ٿي لڳي، جنهن وٽ وڃي ويهي رهين. غصو مونکي بہ گهٽو ئي هو، چئي ڇڏيم - ''ها، ماءُ لڳندي آهي...''

هُن مونکي وري وارن کان پڪڙي ڏونڌاڙيو. مار ڏيندي چوڻ لڳو توکي نئين ماءُ ناهٽي آهي تہ هاڻ پيءُ بہ نئون ناهہ.'' بيبيءَ مونکي ڇاتيءَ سان لڳائيندي بابي کي چيو ''هاءِ هاءِ ! ڇوڪري کي ماري ئي ڇڏيندين.. جو اهڙي چوٽ لڳي ويئي، تہ وينو ڏسجانءِ...!''

پر بابو بہ غصي ۾ چوندو رهيو ''هيءَ نادان نياڻي تنهنجي پنيان پاڳل ٿي ڦرندي رهي، تون وڃي هُن ماءُ وٽ ويهي رهين... هاڻ ڇڻُہ... ڇا ڪندين... ڪيئن ڪندين....! ڪوٺي جي مٿان اُڏامندڙ لغڙن ڏانهن نہ ڏس. نہ سوچ تہ توکي بہ اُڏائڻا آهن لغڙ... تنهنجا لغڙ ڪٽجي ويا ۽ ڏوڙ ٿني پيئي سمجهہ. جا روٺي ڪاٽي آهي ڪائي وٺ... جيترو ڍءُ ڪرڻو ٿئي، ڪري وٺ. اڄ جو ڏينهن باقي آهي، صبح سوير کان پوءِ تون منهنجي

جوابداري نہ رهندين...! ٻين ٻن ڇوڪرن ڏانهن نهار... ڪوئي ڊائريڪٽر بڻجي ويندو، ڪو ائڪٽر، تون ٻيو ڪٿي ئي ڊائريڪٽر بڻجندين. توکي تہ جٽن جي مار ڪار ائيندس، توکي کير جو برئنڊ نٿو پچي!''

.... ٻئي ڏينهن بابا ڇيوءِ مونکي سڪيورٽي وارن اڇي جاڳايو. ڪٿي اچي مونکي ريل جي دٻي ۾ ڦِٽي ڪيو. ريل اُتان هلي ءِ اچي اَمرتسر بيٺي. مان اَمرتسر لهي پيس. هِتي کيرُ پيتو، روٽي کاڌي، رات جو رهيس. ٻئي ڏينهن اٽاريءِ واري گاڏيءَ ۾ وچي وينس. هِتي لٿس تہ بڇن سنگهہ لوهار مونکي ڏسي ورتو. بابا نيتا تڏهن ريل وارن سان گڏ ڪم ڪندو هيو. بڇني وچي بابي کي ڇيو - ڇوڪرو تہ... سُني گهراٽي جو ٿو لڳي. هِن کي پاڻ وٽ رکي ڇڏ. هي جٽن جا جانور چَرائي ايندو. وڏو ٿيندو تہ ٻيو ڪجهہ ڪرائي ونجنئہ.''

''بابا مونکي گهر وني آيو. جيڪي مون وٽ پنجهٺ هزار روپيا هئا، ڪٿي ڇڏيائين. منهنجي سوني گهڙي، ڪڙا، ڇلا، سڀ لاراهي ورتائين. ڪتاب آهستي آهستي ڦاڙي ڦِٽي ڪيا ويا. منهنجو اِسڪول جو بستو ڪِليءَ تي ٽنگيو رهيوءِ مان نمبردارن جا جانورءِ پشوُ چرائڻ ۾ لڳي ويم.''

هُن پوري آڪاٽي ختم ڪري هڪ وڏو ساهہ کنيو. سڀ هُن ڏانهن، ديا، سهانيوتيءِ سار اهہ جي ڀاوَ سان ڏسي رهيا هئا. اُنهن مان هڪڙي هُن جي ڏاهپ جي سار اهہ ڪئي، جنهن ڍنگہ سان هُن پنهنجي دلچسپ سِلسليوار ڪٿا ٻڌائي.

اُنهن مان هڪ گرنام نالي شخص ڇيو ''ڇا جا سپناءِ ڇا جي ترتيب. ويچارو نظر اَنداز ڪيل اڍنگو ماڻهو آهي. توهان سڀ تماشائي بڻجي هُن جو مذاق اُڏائي رهيا آهيو. توهانجي اهڙي سار اهہ ڪريلي کي نِمُ تي

چاڙهي ڇڏيندي. هيءَ ڪلڻ جي نہ، سمجهڻ جي ڳالهہ آهي. هِن ڪي توهان سڀ تڏهن سمجهي سگهندا جڏهن پنهنجو پاڻ ڪي سمجهندا. اَسين بہ سيئي اَندر ۾ سپنا پاليندا آهيون ۽ ايترا ئي بي ڍنگا! اَسان سيني ۾ ۽ هِن ۾ ڪوبہ فرق ناهي. فرق اِهو آهي تہ اَسان پنهنجي پاڳلپڻ ۽ سمجهداريءَ ۾ هڪ ننڍڙو پردو ناهي رکيو آهي، جنهن ڪي برقرار رکڻ ۾ اَسين سمرٿ آهيون ۽ هي ويچارو... هِن جو اُهو پردو ڦاٽي پيو آهي. هِن جو اُهو ڦاٽل پردو سُبڻ جي ڪوشش ڪريو... عقلوارا!''

هُن گلاس ۾ بچيل شراب هڪ ئي ڍُڪ ۾ پي ڇڏيو. گُرنام جي ڇڙٻ ٻڌي سڀ چُپ ٿي ويا، پر نندر ڪي هُن جون ڳالهيون سمجهہ ۾ نہ آيون.

''وري هِتي اچي اِئين ئي زندگي گذري. پهرين ڊور چرايا، چار پنج سال نمبردار وٽ گذاريا، هاڻ ڪيترن سالن ڪان چاچي سان گڏ آهيان. نمبردارن سان گڏ هيس، تڏهن پهرين فلم ڏٺي هئي.''

جسپال ڳالهہ ڪٽيندي چيو ''بس اوءِ... اِنهيءَ فلم جي ڪري تنهنجو ٻيڙو غرق ٿيو. پهرين ڇڱو ڀلو هوندو هئين، اُنهيءَ ڪان پوءِ بس رمندو رهين. ٻيو ڇا ڇا ڏٺو تو فلم ۾...!''

''مون فلم ۾ ڏسي سوچيو تہ غريب ڪيئن اَمير، ۽ اَمير ڪيئن غريب ٿي ويندا آهن. ٻالڪپڻي ۾ وڇڙيل، وڏي هوندي ڪيئن ملي ويندا آهن. مرد عورت پاڻ ۾ پيار ڪيئن ڪندا آهن. سُهڻيون ڇوڪريون ڪيئن نچنديون آهن. وڏيون وڏيون ڪوٺيون ڪيئن ڏسڻ ۾ اينديون آهن. ٻار ماءُ پيءُ ڪي ۽ ماءُ پيءُ ٻارن ڪي ڪيئن پيار ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح مونکي بہ پيار ٿي ويو. بس هاڻ...!''

هُن جي ڳالهہ ستنام منهن ۾ ئي دٻائي ڪري ڇڏي. ''بس تون

فڪر نہ ڪر. اَسان ڄاڻي ٻُجهي توکي .. نہ ٻڌايو.'' ستنام گرنام کي چيڙائڻ لاءِ چيو - شري ديويءَ جو ڪاڪو آيل آهي اَسان ساڻ.'' هُن سيني کان وڏي عمرواري مهمان ڏانهن اِشارو ڪيو. هلڪي سُرور ۾ جڏهن هوُ ڪار ۾ سوار ٿيڻ لڳا، شري ديويءَ جي نئين نهيل ڪاڪي، پرس مان ويهن رُپين جو نوٽ ڪڍي، ٻين ساٿين کان هڪ روپئي جو سِڪو وٺي، نندر جي هٿ ۾ شگُن رکي ڇڏيو.

نندر جهُڪي ڪري هُن کي پيري پيو. ڪامريڊ گُرنام منهن ۾ ٻڙٻڙ ائيندي هِنن سياڻن جي عقل کي ڏڪاريندو رهيو. ٻالهہ هاڻ لڳہ پڳہ پڪي ٿي چڪي هئي، جڏهن نينگر جو ڪاڪو اچي روپيا هٿيليءَ تي رکي ويو. ايندڙ ڏينهن تي هُن جسوَنت جي پگهار مان پئسا ڪٽي ڇڏيا. نئين پئنت سُبار ائي. مَروُن پڳڙي خريد ڪئي، بوٽ ۽ جُرابا ورتا. سوير ئي گهر مان ڪم تي اچڻ لڳو ۽ هي ڪپڙا پائي ڳوٺ جي گهِٽين مان گذرڻ شروع ڪيائين. پورو سردار صاحب بڻجي. هوُ ڪم جي ويل ڪپڙا بدليندو هو، چاري جو ڪم نبٽائي وري ڪپڙا پائي ڳوٺ ۾ چڪر لڳائيندو رهيو. وهانءُ جي چاهہ ۾ پير زمين تي نہ ٿي ٽِڪيس. جلد ئي شري ديوي هُن جي آغوش ۾ اچڻ واري هئي.

پر هِن ڏنتو جو هوُچا ڪري؟ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هُنکي اڪيلو ڏسي پنهنجي ڏُاتو ۽ ڇٻي سيرائيءَ تي رکي پڇڻ لڳي... ''اَڙي ٻڌو آهي، رِشتو پڪو ڪرڻ لاءِ توکي شگُن جا رپيا ڏيئي ويا آهن.''

نندر ڪٽيل چاري جا بنڊل رکي مُرڪندي هُن ڏانهن نهاريندي چيو ''توکي ڪنهن ٻڌايو؟''

''هان وٺ... سڄي ڳوٺ ۽ علاقي ۾ هلچل متي پيئي آهي.'' هُن شوخ

اَنداز ۾ چيو ”وري اَسانجو تہ نمبر ڪٽجي ويو نہ...“

سانوري ڇھري جي ڪارڻ ڪلڻ تي ھُن جا ڏند اَڇان بہ سفيد پسڻ ۾ آيا. نندر ڪي ڪجھہ سمجھہ ۾ نہ اچي رھيو ھو. ماٺ ۾ ھُن کي يڪ ٽڪ ڏسندو رھيو.

”پنھنجي وھانءُ تي گھر ائيندين نہ!“ ڏنتو جي ٻِنِ پيار پريل ٻولن نندر جي اَندر چاٻي پري ڇڏي. ھوُ چاٻيءَ واري رانديڪي وانگر ٽِپُ ڏيئي اُٿي بينو. پُڇڻ تي چيائين تہ ڇا تون سچ پچ منھنجو وھانءُ ڪرائڻ تي چاھين؟ پر ھُن جي منھن مان نڪري ويو - ”لي... گھر ائٹو ڇو ناھي... منھنجي وھانءُ ۾ تون ئي تہ لاڏا ڳائيندينءَ...“

ھوءَ ٿھڪ ڏيئي اُٿي ۽ ڏاٿو ڪٽي گاھہ جي پرسان ويني رھي. ”گانءِ جي لاءِ ٿورو چارو ڪٽي وٺان..“

”ھي ڏسُ ڪٽي رکيو آھي تنھنجي لاءِ.“ ھوُ پاڻ ئي ھُنجي نوڪريءَ ۾ وجھڻ لڳو. جسونت پنھنجي پاءُ سان شھر ويو ھو. اڄ راڄُ ھُن جو ھيو. جڏھن ڏنتو چارو ڪٽي ھلي ويئي تہ ٿلھي تي ويھي سوچڻ لڳو. ھِنڪي لڳو تہ ڏنتو ڪڏھن شري ديوي ٿي پوندي ھُئي تہ ڪڏھن شري ديوي ڏنتو. ھُن من ئي من ۾ چيو، ڪِلندي تہ بلڪل شري ديويءَ وانگر ئي آھي. اُنھيءَ جھڙا ئي اَڇا ڏند، قد ڪاٺي بہ اُن جھڙو ئي، رنگ ٿورو ڪارو اَٿس تہ ڇا ٿيو. فلمن ۾ تہ پائوڊر شائوڊر لڳائي ڪارن کي گورو ڪري ڇڏيندا آھن. بيشڪ ھُن جون اکيون بلوري نہ ھيون، پر ھيون تہ گرجيت پيڻ جھڙيون ئي!

دل ٿيس تہ ھوُ ويندڙ ڏنتو کي، پنيان کان ڏسي ۽ ڏسندو ئي رھي. ھُن اُٿي ڪري ڳوٺ واري واٽ ڏانھن نھاريو. ڏنتو چارو رکي پاڙيسري ٻنيءَ

واري ڪاليج جي ڇوڪري سان ڪل ڪل ڪري ڳالهائي رهي هئي. هُن کي اِها ڳالهه نه وڻي. هوُ تيسين تائين اُتي بينو ڏسندو رهيو، جيسين تائين ڏنتو چارو ڪٽي ڳوٺ نه هلي ويئي.

ٻئي ڏينهن هوُ ڏنتو جو اِنتظار ڪرڻ لڳو. هُن کي ايندو ڏسي سندس دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. هُن سان مِلڻ لاءِ اڳيرو ٿيو. پر هوءَ ته ٻئي پاسي سرجيت جي پوُسي واري ٻنگيءَ ڏانهن هلي ويئي. هُن کي هڪ پيرو چڻ سُرجيت جي هلڪي جهلڪ ڏسڻ آئي... پر هوُ ڏسڻ ۾ نه آيو.

نندر گهبرايل، پريشان ڪجهه دير هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهيو. پوءِ پنڌرهن ويهن مِنٽن کان پوءِ پوُسي جو ٿهو ڪٽي ويندي هُن کي چئي ويئي - ”بيبا.... پهلوان ٻڻجي ڪنهنکي چئجنئِ نه...“

هوءَ هلي ويئي ته دُک، غصي ۽ نراشا ۾ ڍِرڪندي چيائين - ”پوُسو کهڙو منهنجو ويو آهي!“

شام جو روٽي پاڻيءَ کان واندو ٿي هُن جسوَنت کي چيو - ”چاچاجي، اَسانکي هڪ فلم ۾ ڪم مِلي ويو آهي.“

”ڪيئن!“ جسوَنت مُرڪي ڏنو.

”بابي ڌرميندر وني ڏنو.“

”هُن سان ٻڌي ڪڏهن ٿي ويئي؟“

”سنِي پاءُ جيئن وچي هُن کي ٻڌايو، اَسانجو پاءُ اَربن خربن جو مالڪ اُتي جٽن جي جانورن کي چارو پيو ڏي. اڄ بابيِ وير به آيو هو. چئي رهيو هو ته بابو روز رات جو شراب پي ڪري تصوير ڏسي توکي ياد ڪري روئندو آهي. هِن فلم جي رول جي لاءِ بابي چيو هو ته يا تون هِن

فلم جو هيرو ٿو نهي سگهين يا وري مونکان پادر ٿو کائي سگهين. چئه توکي ڇا ڪرڻو آهي؟''

مون چيو - ''حال تہ پادر ئي کائي ٿو وڻان. اِنهيءَ جي پرئڪٽس آهي.''

پريوار جي وڏن نندن سڀني هُن جي ڳالهه ٻڌي کِلي ڏنو. ''رول هيءُ آهي تہ منهنجي پيءُ کي بدمعاش ڪٽي پوُسي جي ڊير ڏانهن گِهلي ويو. مونکي هُن جي پنيان وڃي هوڪاري چوڻو آهي - اَڙي ڪُتا... حَرامي ٻاهر تہ اچ... منهنجي پيءُ کي وني موُسل ۾ گهِڙي وئين .... حرامزادا... تون ڳوٺ جي ننهن ڏيءَ کي پنهنجي پيءُ نٿو سمجهين، ڏسُ منهنجو چاچو جسونت...منهنجي پيءُ شيرو جي مٿي تي پيار سان هٿ رکندو آهي ۽ تون.. پيءُ چوت....اَمريش پوُري.... هُن کي ساڳه ٿوڙي نٿو ڏيئي سگهين.''

فلمي اَنداز ۾ پنهنجو سچو ڊائلاڳ ٻڌائي هوُسهڄ ٿي ويو. پوءِ چاچا، پوُسي جي ڊير مان سُرجيت نِڪتو. تاڙ تاڙ منهنجي مٿي تي پادر هٽي چوڻ لڳو - ''ڪُجات، اَسانجي ڊيريءَ ۾ تانڪ جهانڪ ٿو ڪرين.'' مون چيو - ''خبردار جو مونکي ڪُجات چيو اَٿئي. مان ڇٽنگہ قِٽي ڪري سموري بستيءَ کي باهه ٿو لڳائي ڇڏيان.'' باهه جون لاٽون ڏسي مان ٿي.ويءَ تي رڪارڊ ڪرايل پنهنجو گيت ڳائڻ لڳس.

نندر پلٿي ماري زمين تي ويهي رهيو. ٽي.ويءَ تي درد پرئي سُر ۾ ڳائڻ وارن وانگر سُر ۾ ڳائڻ لڳو -

'کِلي کِلي نينگر وڃين ٿي

چمڪي چمڪي ٻاجلي ٻٽاجي،

ڪِري اَسانتي پسم ڪرين ٿي،

ٻنهي هٿن سان ڇڪي مِن دل کي

ڪپڙي جيئن ڦاڙي ٿي ڇڏي،

اِئين ئي ڪندي رهينءَ جي

هِڪ ڏينهن پڇتائيندينءَ تون

مِنٿو ديئول اجان به ٿو روئي،

ڪڏهن نه ڪڏهن ته ايندينءَ تون.'

هُن جي آواز ۾ تاثير به هو ۽ درد به هو. هوُ پنهنجي اٽيل گيت جي وزن کي سُرتال ۾ وڏو يا ننڍو ڪري ڳائڻ ۾ پاڻ نيڪ ڪري وٺندو هو. اوچتو ئي ڳالهه ڦير ائيندي چيائين - ''چاچاجي، هڪ پيرو ستنام چاچي کي چئي ڪري ٽي.وي. تي ٽائيم وٺي ڏيو. پوءِ ڏسجو منهنجو ڪمال. ٻن مهنن جي اَندر اَندر دلير مهينديءَ جو چولو نه ڦاڙي ڇڏيان ته چئجو... گهر گهر ڪئسيٽون وڄنديون مِنٿوُ ديئول جون. اُتان ئي مونکي فلم وارا گهيري ويندا. پوءِ ڏسجو... هل هلان.... سؤسؤ فلمن ۾ هڪ ئي وقت ۾ هيرو ٿي ايندس. سموري پوُسي جي پير کي گرنيٺ هلائي پسم ڪري ڇڏيندس.''

جسوَنت جي صلاح هئي ته هُن جو پيُءُ ۽ پائر هيڏا وڏا ائڪٽر هئا، هُن جي ٽيڻ واري زال، فلم جڳت جي مشهور هيروئن هئي؛ هُن کي ٽي.وي. تي وڃڻ جي لاءِ کهڙي سفارش جي ضرورت هُئي؟

''تون سِڌو وڃين شري ديويءَ کي چئه. ڪڏهن ڪڏهن ته توکي اچي ملندي رهندي آهي نه؟ سِڌو هيرو ناهڻ لاءِ هُن چيو هو.''

''اڄڪلهه نٿي مِلي نه. هونءَ هُن جي ڳالهه ۾ دم آهي.''

”ڪيئن....؟“

”ھوءَ چوي ٿي، ڪچي ڪنواري رِشتن ۾ گھٽو مِلڻ جھُلڻ نيڪ نہ آھي.“

شري ديويءَ ڪي نہ ملي سگھڻ جو ھُن وٽ ترڪ ھو، پر ڏنتو ڇو نہ ملندي ھئي. ھُنڪي ھوُ سڏ ڪري يا نہ ڪري، پر ڏسي ڇاتيءَ ۾ ٿڌاڻ پوندي ھئي. اڄڪلھہ ھُن جي ماءُ ئي جانورن جي لاءِ گاھہ چارو ڪٽڻ ايندي ھئي. ھڪ ڏينھن وجھہ ملندي ھوُ اُنھن جي گھر اڳيان گذريو. اڱڻ ۾ ڏنتو جي اڌرنگہ سان گرست پيءُ وينل ھيو.

آخر نندر ٻجھہ جو پتو لڳايو. ڏنتو بيمار ھئي. اڄ ڪالھہ ماسيءَ وٽ علاج ڪرائڻ ويئي آھي. ڪيترن ڏينھن ڪانپوءِ ڏنتو اُڪڙيل قدمن سان گھِٽيءَ مان گذري رھي ھئي. ھڏائي ڪمزور، چھرو اُداس ۽ مايوس. ھُن نندر سان اک نہ مِلائي. اکيون ھيٺ ڪري پاسي کان نڪري ويئي. ھاڻ تہ ٻاھر ٻنين ۾ بہ نہ ويندي ھئي. گھر جي ٻاھر بہ گھٽ نڪرندي ھئي. نندر جو من ھُن کي ڏسڻ ۽ مِلڻ لاءِ پيو تڙپندو ھو.

ڪٽائي ڪرڻ وارن جي لاءِ چانھہ سِگڙيءَ تي رکي ھئي. کنڊ گھٽ ٿي پيئي. جسونت نندر کي پئسا ڏنا تہ بہ گھر ڇڏي جھنگيءَ جي دڪان تان جلدي کنڊ وٺي آءُ. نندر جھنگيءَ جي دڪان تي نہ ترسيو. ھوُ سِڌو ڏنتو جي گھِٽي لتاڙي، اُنجي اڱڻ ۾ ٻولھيندڙ اکين سان نھاريندو، گھِٽيءَ جي کُنڊ تي بنسيءَ جي دڪان ۾ وڃي پھتو.

ھيڏانھن، چانھہ ڪڙھي بيحال ٿيندي رھي. ھوُ واپس آيو تہ جسونت غصي ۾ چيو، ”موڪليو ھو توکي جھنگيءَ جي دڪان تي، پر

تون وڃي پهتين بنسيءَ جي دڪان تي...!“

هوُ مُرڪي نہ سگهيو، ”نہ، نہ، نہ.... اُتان ڪنڌ اِنهيءَ ڪري ونئي آيو آهيان جو جهنگيءَ جي دڪان ۾ ڪنڌ گهٽ ميناج واري رکندا آهن.“

هُن جي وزندار دليل ٻڌي جسونت چيو - ”بنسيءَ جي دڪان تي ڪنڌ ۾ ميناج ڏنتو وجهي ايندي آهي نہ.“

چوري پڪڙي وڃڻ تي هوُ صفائي ڏيڻ لڳو - ”ڇا ڪريان چاچا، جيئن اُجايل جانور پاڻيءَ ڏانهن رستو پڇين ويندا آهن، تيئن مونکي جڏهن ياد ايندي آهي، پڇي ويندو آهيان.“

ڪٽڪ جي ڪٽائي ٿيندي رهي. پريون، گودام ۾ وڃي پهتيون. هوُ راهہ وانجهائيندو رهيو تہ ڪٿي ڏنتو اچي وڃي ۽ هوُ سيني ڪان نظر بچائي هُن ڪان سڀ ڪان پاري هڙ ڪٽائي. اَن ڪي جُدا ڪرڻ وقت بہ هُن اِئين ئي ڪيو هو. جسوَنت آخرين ٽرالي پري ڪري شهر ڏانهن روانو ٿي ويو. هُن ٻُنڙيون ڏنتو ڪان ڪٽايون. ڇِنو اچي ڪري رنج ظاهر ڪيو.

دکہ ٿيندو آهي تہ ٿئي، پر ڏنتو تہ اچي. پر هوءَ نہ آئي. هلي ويئي پري... گهٽو پري. سدا جي لاءِ... ڪڏهن نہ اچڻ جي لاءِ. هُن جي موٽ تي ماڻهن طرح طرح جون ڳالهيون ٺاهيون. هوُ ٻڌندو هو، تہ دل ڪندي هئس تہ گرينيڊ دٻائي دنيا کي ڀسم ڪري ڇڏي.

ٻہ ڏينهن هوُ ڪم تي نہ ويو. جسونت پنو لڳائڻ هُن جي گهر ويو. هوُ اُداس ۽ مايوس وينو هو.... چبوتري سان پُٺي لڳائي. ڇِنو روٽيون سيڪي رهي هئي ۽ پِلي اَنب جي آچار ۾ گرِهہ ٻوڙي منهن ۾ وجهي رهي هئي. ڇِنو خفي ٿيندي چيو ”اَڙي، بس ڪر هاڻ. تنهنجو پيٽ آهي يا کوهہ.

توکي ڀڄُ نٿو ٿئي. ٻين کي بہ تہ روٽي کائڻي آهي. هڪ هي وينو آهي گھر. ٻڌاءِ هِن نڪمي کي ڪيئن تنھنجي مٿي تي مڙهي ڇڏيان. پئسو ڏيلو تہ ڪجھہ ڏئي نٿو. جو مليس، بس کائي وينو ٿو.‘‘

هُنجو پاشڻ نہ چاڻ ڪيستائين جاري رهي ها، جي نئِنا جسونت کي نہ ڏسي وٺي ها. هُن نندر کي سُجاڳہ ڪيو، ’’اَڙي وڇ... اچي ويو تنھنجو سائين.‘‘

مون چيو تہ ’’ڪنھِر کي گھر هي ڏکيو وقت آهي. اَسين خبر ناهي ڪيئن گذارو ڪري رهيا آهيون. توکي ڪيئن روٽي کارايون... ٿيون ڏينھن کان اُٽي ئي نٿو.... نِستو ٿي...‘‘

’’بابا هِن جو وهانءُ ڪري ڇڏيو. هي تڏهن نيڪ ٿيندو.‘‘ جسونت سُجھاءُ ڏنو.

’’اَڙي مون تہ هِن جو وهنوار تڏهن ڏنو، جڏهن سينو جو ٿيو هو. هي ... ما ... چو ... ضد ڪري وينو تہ مان بمبئيءَ ئي وڃي رهندس. سردار جي، پوءِ مون نينگر جو وهانءُ ڪري ڇڏيو. سردار جي ڏيئرن کي اوڍائڻ ڏکيو آهي. تون مونکان پڇ... جنھن نياڻي وِهائي، گھر مان وِدا ڪئي آهي. اڄڪلھہ زمانو خراب آهي. ڇورا ڇوڪريون اکين سان ڳالھيون ٿا ڪن. سموري ڳالھہ مونکان پُڇ. اَسانجي هِت پاڙي ۾ ئي ڏسُ... گجن جي ڇوڪري.‘‘

’’هل ڇڏ.... ‘‘ چِنيءَ نيتي کي ٽوڪيو. ’’پائي جي سڀ ماءُ پيڻ وارا آهن. سچو پاتشاه سيني جي عزت رکي.‘‘ هوءَ پوءِ نندر ڏانھن مُڙي - ’’اوءِ هاڻ هل، اُٿي ڪري پائي جيءَ سان گڏ نِڪر، بندي جو پُٽ بڻجي. تون تہ اَسانکي بہ آنا نہ ڏيندو آهين. روٽيون مُفت جون پيو کائين. اَسين

هِن کي چئون ٿا تہ هِن پيري جيڪي پئسا پاڻُ جيءَ کان ونٽا آهن، اُنهن سان هڪ کٽ ناهي وٺندا اسين. چار ماڻهو آهيون ۽ ٻہ منجيون آهن. زمين تي سُمهندو آهي. جي منجيءَ تي سُمهڻ لاءِ چئون تہ چوندو آهي، ”مان تہ اڃان هڪ مهني کان پوءِ پلنگہ تي سُمهندس. تنهنجي کٽ لاءِ مان پئسا ڇو خرچيان...!“

”اَسانکي هِن پاڳل ڪري رکيو آهي. هوُ پترو جو توهان ڏنو پنيان کونيءَ تي ڇت تي وجهڻ لاءِ... اُهو کڻي هليو ويو. چئي چاچا پتري جا پئسا کڻي وٺندو.“ ڇنو، خبر ناهي ڪيسين تائين ڳالهائيندي رهي. هوُ چُپ چاپ اُٿيو، جسونت ساڻُ اُٿي گڏ هلي ويو.

جسونت جي زال ماني کڻي آئي تہ چوڻ لڳو - ”چاچي هاڻ روٽي رهڻ ڏي... ٻہ نٽي لڳي.“

”اَڙي هان وٺ جهل، روٽيءَ کان سواءِ ڪو گذارو ٿيندو آهي. چوندا آهن نہ ’پيٽ ۾ نہ پون روٽيون، تہ سڀئي ڳالهيون کوٽيون.“

چاچيءَ جي هيءَ مِني چڙب ڏي هُن ڇيو، ”ڪڏهن سچ ۾ روٽين کان سواءِ گذارو ٿي وڃي، تہ ڇا چوندا آهن... اَسانجي سڄڻ کي تہ روٽي ئي ماري ويئي.“

هُن جي ڳالهہ ڪنهن حد تائين نيڪ هئي. مهنو کن مُدي جي بخار سان ماندو سڄن راضي ٿي گروُسَر جي دربار ۾ ويو. لنگر ورهائجندو ڏسي هُن کان رهيو نہ ويو. لڇندي ٻہ کي شانت ڪرڻ لاءِ ضد ڪري وينو.

”آيا تہ آهيون؛ گروءَ جي لنگر ۾ بہ حاضري ڏيئي هلون...“

پوءِ مانهن جي دال ۾ ٻوڙي روٽيون کاڌيون. مهني پر جي ٻہ چڻ

اڄ ئي مِٽائي ڇڏٽي هئي. واپسيءَ ۾ ايندي رستي ۾ اهڙو سور ٿيو جو جان وڃي ويو. هُن معصوم جي موت تي ڪنهن ڪِلي ڪري ڇيو - ”گ روءَ جي لنگر ۾ حاضري لڳائيندي لڳائيندي سڄڻ گروءَ جي گهر پهچي ويو.“ روٽي هٿ ۾ ڪٽي پوءِ نندر سهج ٿيو. ”هاڻ اَسانجي پلِيءَ ڏانهن ڏِس، روٽيون ڪائي ٿڪجي نٿو. ڇوڏنهن روٽين کان گهٽ ۾ هُن جو ڪجهه ٿيڻ وارو ناهي.“

روٽيءَ کان واندو ٿي هوُ جسونت سان صلاح ڪرڻ لڳو. ”پنهنجي اِسپتال ۾ نئون ڊاڪٽر آيو آهي. ٻڌو آهي سياڻو آهي. آپريشن ڪري عضوا بدلي ڇڏيندو آهي. مان تہ سوچان ٿو ڀائي پلِي ساڻ پنهنجو عضوو مٽي ڇڏيان. پنهنجي ڇئن روٽين وارو ڏيئي، هُن جو ڇوڏنهن روٽين وارو عضوو وٺان. هڪ تہ ٻڪہ لڳڻ لڳندي، ۽ ٻيو ڇنو جو اَٽو بہ بچندو. اِئين ئي ڪجندي رهندي آهي... مان ڏيندو بہ ڪجهہ ناهيان... جو ڪجهہ اَٽو هينئر پلِي جو بچندو اُهو هڪ طرح سان منهنجو ڏنل ئي هوندو. منهنجو ڇا آهي، مان تہ توهان وٽ بہ روٽي ڪائي وٺندس. ڇاچيءَ وٽ اَٽو گهڻو آهي.“

جسونت هُن جي سمجهداريءَ تي مُرڪيو. ”ڪنيِر، ماڻهو اِئين ئي توکي سؤدائي چوندا آهن. تون تہ سچ پچ جو سؤ-دائي آهين.“

نندر جي ڇهري تي لالي تري آئي. هُن اُتساهہ سان ڇيو - ”سؤدائي وارو گيت ٻڌايان. تازو ٽي.وي. تي ٻڌي آيو آهيان.“ هن گيت ڇيڙي ڇڏيو.

ماڻهو اَسانکي ڇون سؤدائي.... اَسانجو دکہ نہ ڄاڻي ڪوئي،

کهڙو دنيا ۾ آجيئڻو... پنهنجو ڪٽجي نٿو مهينو.

توکي اَسان وٽ ناهي رهڻو

سدا مِنٿوءَ کي روئندو رهڻو

تنهنجي وِڇوڙي ۾ ڇئه سُهٽي،

چا ڪريان هاءِ مان چا ڪريان...

چارو ڪٽيان يا ڏاٿو پيٽ ۾ کُپائي مران!

هُن دردِيلي آواز ۾ گيت ڳايا. اکيون ڀرجي آيون. جسونت هُن کي آٿت ڏنو... ”اَڙي نه پٽ نه... سڄي عمر ڇو روئندو رهندين؟ سُکه سان تنهنجي رِشتي جي سموري ڳالهه پکي ٿي چڪي آهي. هاڻ توکي ماءُ پيءُ سان مِلي ڪري، ستنام جي اچڻ تي تاريخ پکي ڪرڻ جي ڳالهه باقي آهي. اُٿ، ڪوئي ڪم ڌنڌو ڪريون. روئڻ مردن جو ڪم ناهي.“

جسونت جي آٿت سان هُن جو من وڌيڪ ڀرجي آيو. ”چاچا، سچ چوان... مان تنهنجي سامهون نه روئندو آهيان. ماءُ پيءُ جي اڳيان به نه روئندو آهيان. جڏهن اڪيلو هوندو آهيان چارو ڪٽيندي منهنجا لڙڪ خال ۾ ڪِرندي اُن کي ڀريندا آهن.“

هُن وڏو ساهه کنيو. پوءِ اوچتو منهن مان نڪري ويس ”چاچا هوءَ ڏنتو هئي نه....“

چوندي ڳچي کُجلائڻ لڳو. جسونت اڳيان ٻڌڻ جي هامي ڀري - ”آ.... هو...!“

”ڏڳي ڪري ويئي هوءَ...“ ڳالهه ڪندي هُن جسونت کان نظرون چورائي، ٻئي پاسي ڏسڻ جي ڪئي.

ٻنيءَ ۾ ويندي جسونت هُن کي سمجهائي رهيو هو ته ڪم جا ڏينهن

آهن، ۽ هوُ موڪل نہ ڪري. ممڪن آهي اِنهن ڏينهن ۾ ستنام ساهي جي چِني اچي وڃي. ڪڻڪ جي فصل ڪٽڻ کان پوءِ تہ هُنجو وهانءُ پڪو آهي. اِنهيءَ ڪري هوُ اُنهن ڏينهن ۾ چڱي طرح دل لڳائي ڪم ڪري.

شام جو ئي ”ٿريشر“ (سٽڻ جي مشين) هلڻ شروع ٿي ويو. پر اوچتو ٽرانسفارمر ۾ لائيٽ جي ڪا گڙٻڙي ٿي پوڻ جي ڪري ڪم رُڪجي ويو. بتي رات جو ڪنهن بہ وقت اچي سگهي ٿي. اِنهيءَ ڪري نندر سڄي رات گهر نہ ويو. اُتي ئي ٻنيءَ ۾ سُمهي پيو. هُن ساڻ ٻي کٽ تي تُلسا ليٽيو پيو هو. ڪم جو بار هئڻ جي ڪري جسونت هُن کي پندرهن ويهن ڏينهن جي لاءِ پڪي ڪم تي لڳائي ڇڏيو.

آسمان تي، تارن تي نظر ٽِڪائي هُن نندر سان ڳالهہ ڇيڙڻ چاهي - ”نندرا... او نندارا...“

”هان....“ نندر ڇڻ ننڊ مان جاڳيو.

”اوءِ.. ٻڌو آهي توکي ڏسڻ وارا آيا هئا؟“

”آيا هوندا... مون تہ ڪنهن کي نہ ڏٺو...“ نندر ڳالهائڻ جي موڊ ۾ نہ هو.

”اَڙي تنهنجي تہ ڏٺو ساڻ ڪا ڳالهہ هئي؟“

”ڦِري ويهي سموري ڳالهہ...!“ هو ڄڻُ ڪنهن کوهہ جي اونهائيءَ مان ڳالهائي رهيو هو. هُن کي جسونت جي چِنيءَ جي ياد آئي. هُن وري تُلسي کي دعوَت ڏيئي ڇڏي، ”تون ڪپڙا سُبائي رکہ. ايندڙ مهني ۾ بارات وني هلنداسين، وهانءُ آهي منهنجو...!“

”ها، مونکي خبر آهي تہ تنهنجو وهانءُ آهي.“ تُلسيءَ طنز ۾

چيو.

”توکي ڪيئن پتو پيو؟“ نندر اُٿي ڪري کٽ تي ويهي رهيو.

”گڏهن جي مٿي تي سنڱ نه هوندا آهن. جڏهن چا ته هُن کي پهنجي هٿن تي نچايو آهي. چون ٿا ته، تنهنجو شري ديويءَ سان وهانءُ ڪرائي ڏيندا. هيءَ کوتي جوکُر ... خيالن ۾ گهوڙا ڊوڙائيندو رهندو آهي. اُلوُ ڪٿان جو!“ تُلسيءَ کِجي ڪري پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو. پوءِ هِڪارت سان چيائين.... ”چوندي... مونکي تنخواه ملندي آهي. جڏهن ته صوبيدار سمان تعنات آهين. تنخواه توکي ڏيندا آهن مهني جي چار پنج سوءِ مان سؤ روپيا ڏينهن جا وٺندو آهيان. پورن ويهن ڏينهن ۾ ٻه هزار. هُنن کي مفت جو بندو مِلي ويو اٿن، ڪم ڪرڻ وارو. تنهنجي شيخ چليءَ واريون ڳالهيون ٻڌندا آهن. توکي ساراهه ڪري مٿي چاڙهي ڇڏيندا آهن ۽ تون ڪوڙن سپنن جا محل اَڏيندو رهه.“

هُن جي چينبي ٻڌي نندر چُپ ٿي ويو. ڪيتري دير ته هُن کي ڪا ڳالهه ئي نه پيئي سُجهي. تُلسي جي سپنن واري ڳالهه هُن کي سُٺي نه لڳي. تُلسيءَ جي نندي سوچ کي نِشانو بڻائي چيائين

”توکي اِنهن ڳالهين جي ڪهڙي خبر... هاڻ تون هِتي وينو آهين، چا توکي ڪجهه به خبر ناهي. هِن وقت منهنجي زال کٽ تي مون ساڻ آهي.“

تلسي کلندي چيو - ”خبر چو ناهي، منهنجي کٽ تان ئي اُٿي تو وٽ آئي آهي.“

نندر کي اُنجو اِهو مذاق پسند نه آيو. هوُ پاسو ورائي ليٽي پيو. ڏينهن

جو جسونت چانھہ کڻي آيو. ٻتي تہ سڄي رات نہ آئي هئي. جاڳي ڪري ڪرڻ وارو ڪو ڪم ڪين هو... پر ننڊر جي اکين ۾ سموري رات جاڳ ڻ جي ڪري ٻاڙهاڻ هئي.

جسونت جي پڇڻ تي هُن ٻڌايو. رات جو هڪ پيرو ننڊ ٽٽڻ ڪري سڄي رات ننڊ نہ آئي. هُن بہ ڪم خراب ڪري ڇڏيو.

”ڪنهن؟“

”ڇگو پلو، بيبيءَ ڪي سيني سان لڳائي سُمهيو پيو هوس.“

”ڇنو ڪي؟“

”ڇو مذاق ٿا ڪريو؟ پنهنجي بيبي پرڪاش ڪوَر جي سيني سان لڳي سُمهي رهيو هوس. هوءَ منهنجي وارن ۾ آڱريون ڦيري رهي هئي. سُمهي پوءُ... منهنجا لال... منهنجا سُهڻا لال... ايترو ڪم ڪري ٿڪجي پيو هوندين! مونکي آهستي آهستي ننڊ اچي ويئي. اُن وقت ئي لالي جي آواز جڳائي ڇڏيو. چيائين تہ تنهنجو جو سوُ ڪِلو پوُسو پيو آهي، ڪانئو لڳائي ڪٽائي ڇڏ. سياڻي ٽرڪ اچي ويندوءِ هي وٺ پنج لکہ روپيا... ڪنهن ٻئي کي ها نہ ڪري ڇڏجانءِ.“

مون چيو - ”سمورو پوسوُ نہ وِڪڻو آهي. پنج ست سؤ پنڊي پنهنجي لاءِ رکڻو آهي. ياءُ پيڻ کي ڪنهن وقت ضرورت پئجي سگهي ٿي.“ وري هُن چيو - ”سردار جي، لڳي ٿو تہ توکي ڪنهن پنهنجي هٿن ۾ قابو ڪري رکيو آهي.. اِنهيءَ ڪري تون مڃين نٿو. جيڪو اگهہ اَسين لڳائي رهيا آهيون، وري نہ لڳندو.“

منهنجي نہ... نہ... ڪرڻ تي بہ پئساڦِتي ڪري هوُ هلي ويو. مون گهٽو

ئي چيو ”او منھنجي ڳالھہ تہ ٻڌ..!“

هُن پنھنجي پرسان پيل ڪاٺ ڪي ڇھندي چيو ”هي ڪاٺ منھنجي مٽان اچي پوي جي مان ڪوڙ چوان.“

وري ننڊ ئي نہ آئي. خيال آيا. جي ڪٿي ڪارن ڪپڙن وارا اچي ويا تہ سمجھجھو جان بہ ويئي ۽ پئسا بہ. هون ۽ بيبي ۽ گھٽو آٿت ڏنو. ”ڪير ناهي پٽ... تون سمورا پئسا منھنجي وهاڻي هيٺان رکي وڃي آرام سان سُمهي پئہ. ٻاهر گورکو بندوق کڻي وينو آهي. تنھنجي بابي وٽ اَمريڪن پِستول آهي.“

ايندڙ ڏينھن تي ٽريشر سان ڪٽڪ نکرندي رهي. بندا ڪم تي لڳل رهيا. ننڍر سان چيزڙ چا ڙ هلندي رهي. هُنجي وهانءُ واري ڳالھہ تي ڪل اُٿلندي رهي. هڪ ڏينھن ڪنھن هُن ڪان پڇيو ”وهانءُ ڪري هُن ڪي رکندين ڪِٿي؟ ڪير تنھنجو آهي جو تنھنجي ڪٽ ۽ هڪ ٻي ڪٽ وجھڻ ڏيندو.“

”هوُ... هوُ...“ هُن ترنت سوچي ورتو. ”پنھنجي ڪوٺي آهي ٻاهر...“ پنجن ڪِلو ميٽر ۾ ٺهيل آهي. پنج ٽيليفون لڳل آهن. پنج گ ٺمئن آهن، پنج وڏا وڏا ڪُتا آهن. ٽي ڪوٺيون ٻيون بہ آهن، ڪرائي تي ڏنل آهن. هڪ وڏي حويلي آهي حال بازار ۾. اُنهي ۽ ۾ سؤ پشوُ جانور ٻڌل آهن. هوءَ اُنهي ۽ وڏي ڪوٺي ۽ ۾ رهندي، اُتيئي رهڻو پوندو هاڻ تہ ۽ وري ڪجھہ ڏينھن ۾ ٻال گوپال بہ ٿيندا. اُنھن کي بہ تہ شهر جي انگريزي اِسڪولن ۾ پڙهائڻو پوندو. اجڪلھہ ڳوٺ ۾ اُها پڙهائي باقي نہ رهي آهي جا اُن وقت ۾ هوندي هئي.“

سڀ هُن جون ڳالهيون ٻڌي کلندا رهيا. ڪنھن اِهو جاڻڻ تي چاهيو

تہ جي هوءُ شهر ۾ رهڻ لڳو، تہ نيتي ۽ چنو جو ڇا ٿيندو؟ هُن خفي ٿيندي چيو - ”هوءُ پنهنجي جوڙُ پاڻ وچي پو ڳين!“

هُن کي اعتراض هو تہ جڏهن ڌرميندر هُن کي ماري ڪتي گهر ڪان ٻاهر ڪڍيو، اُن ويل نيتي ئي هُن جا سون جا ڪڙا، چين، سون جي واچ لاهي ڇڏي هئي ۽ پئسا بہ سڀ ڪسي ورتا هئا. هُن چيو ”هل مان نندو هيس، پيءُ جي مونکي ماري ڪري گهر ڪان ٻاهر ڪڍيو، هِن جو فرض هو تہ مونکي هُن وٽ ڇڏي اچي. پر هِن مونکي جتن جي جانورن کي چارڻ لاءِ رکي ڇڏيو.“ پر وري پنهنجي فيصلي تي ٻيهر سوچيائين تہ هُنکي اُنهن تي رحم اچي ويو.

”اِئين ڪنداسين... هِنن کي ڏهہ ٻارنهن بسوُن وٺي ڏينداسين. ٻہ ويڊيو ڪوچ وٺي ڏينداسين. مان سوير ايندو ويندو رهندس. چاچي جو چاري واري جو ڪم ڪرائي ويندس. اُنهن سان ميلاپ بہ ٿي ويندو. بسن جي ٽائرن جي هوا شوا چيڪ ڪري ويندس. گپا شپا ماري رات جو وچڻ وقت ڪير جو ڏول ڪٽي ويندس، چانهن ٺاهڻ لاءِ.“

هُن سڄي يوجنا جي وچور خُلاصي ڪري ٻڌائي ڇڏي. آڪاڙ گذري ويو، پوءِ ساوڻ بہ. اهڙيءَ طرح مهنا هڪ ڪان پوءِ هڪ ڪري هلندا رهيا... اچڪلهہ نندر کي گهري اُداسي ۽ ننڊ اچڻ جي بيماري ورائي ويئي. اُن وقت هوءُ ڪم تان لهي ويندو هو. ڪم تہ هوءُ پهرين بہ ڪڏهن ڪڏهن ڇڏي ڏيندو هو. سبب پڇڻ تي ٻڌائيندو، ”توهان جي چري وڏي سخت آهي، چري ختم ٿي ويئي... ۽ اَسين بہ اچي ويا آهيون.“

پنهنجي اهڙي چُستيءَ تي ٿي هوءُ پنهنجو پاڻ کي سدائين چئي ڪري ساراهہ ڪندو هو. گذريل ڏينهن ۾ ڪم ڪان پوءِ هوءُ سُنا ڪپڙا پائي

جي.ٽي. روڊ تي وچي ويهندو هو. ايندڙ ويندڙ بسُن ۽ ڪارن ڏانهن جهڪي جهڪي ڪري ڏسندو، ڇڻ ڪنهنکي ڳولهي رهيو هو. هُن جو سوُٽ بوُٽ ڏسي، ڪيترا ڀيرا ته بس وارا هِن کي سواري سمجهي ڪري بس بهاري ڇڏيندا هئا. پر جلدي ئي تِن کي پتو پئجي ويو ته هوُ پنهنجي منگيتر ۽ وچڙيل ماءُ پيءُ کي ڳولهي رهيو آهي.

هڪڙي ڏينهن هوُ پنهنجي ڳوٺ جي اڏي تي پڪي رستي جي ڪناري بيهي گاڏين کي ڏسي رهيو هو ته هُن جي اڳيان هڪ ريهڙي اچي بيٺي. ريهڙيءَ واري کي اڳيان وڇٽو هو اُن وٽ سامان به هو. ريهڙيءَ تي رکيل سوُرتي ميمبر جون ڏهه ڳوٽيون سيمينٽ جون لاهي هُن لڇمڻ چانهه واري جي دڪان ۾ رکٽيون هيون. ريهڙيءَ واري جينٽلمين جهڙي نندر کي چيو ”سردار جي، ذرا ڳوڻ کي هٿ ته وٺائجو...“

هُن کي هِچڪ به ٿي ته اهڙن سُٺن ڪپڙن وارو نوُجوان ڪٿي منع نه ڪري ڇڏي. پر نندر گهٽي اُتساهه سان هُن جي مٿي تي سيمينٽ جي ڳوڻ ڪٽائي ڇڏي. هڪ ڳوڻ ڪان پوءِ ٻي ڳوڻ لاءِ هُن نندر جي سامهون هٿ جوڙيا.. ”سردار جي ٿوري مدد!“

نندر ڳوڻ هُن جي مٿي تي رکندي ڳالهه ڇيڙي... ”مونکي بابي ڏرميندر چيو آهي ته تنهنجي لاءِ ڏهه ٽرڪ سيمينٽ جا ڀرائي ڇڏيا آهن. تِن سان ڇنو جو ڀڳل ڪوٺو تيار ڪرائي ونجانءِ. اَسين ته جٽ آهيون، مزورن لاءِ بارُ نه رکندا آهيون. بس مٿي تي بار ڪٽندا، ڪٽائيندا آهيون...“

ريهڙيءَ واري حيرانيءَ سان ڏٺو. هُن کي هي ڳالهيون سمجهه ۾ نه آيون. ڳوٽيون ڪٽائي واپس ٿيو ته پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي نندر ڳالهه شروع

ڪري ڇڏي. ”بابي ڏرمين فون تي چيو هو تہ جٽن جو چارو ڪٽڻ ۾ نہ لڳو رهه. اَمرتسر واري ڪوٺي کي پلستر ڪرائي وٺ.“ مون چيومانس ”پهرين اچ وارا ڏهه ٽرڪ تہ لهرائي وٺان. مان بہ وينو واٽ نهاريان تہ سيمينٽ ڪڏهن ٿو اچي.“

هُن جون ڳالهيون ٻڌي ريهڙيءَ واري هُن جي باري ۾ سڀ ڪجهہ سمجهي ويو. ٻي ڳوڻ پنهنجي مٿي تي کڻندي کڻندي نندر جي مٿي تي رکائي ڇڏي. ”وچ دڪان تي رکي آءُ، هي تنهنجو ئي سيمينٽ آهي. ڏهن ٽرڪن کان جو وڌيڪ فالتو هو، اُنهيءَ کي ريهڙيءَ تي چڙهائي ڇڏيو. باقي جون ڳوڻيون نندر پاڻ ئي ڍُڪندي لڇمڻ جي دڪان تي رکي آيو. ريهڙيءَ وارو مُسڪرائيندو ريهڙيءَ جي اڳيان بيٺو رهيو. ريهڙيءَ وارو هليو ويو. نندر مٿي تان سيمينٽ ڇنڊيندي لڇمڻ کي چيو ”هي پيون آهين ڳوڻيون. ڏيان رکجانءِ، ٽرڪ اچي تہ رکائي ڇڏيندا سين.“

”پڳڙيءَ جو سيمينٽ چو ڇنڊي رهيو آهين. سُرتي ميمبر اچي چار پادر هٽي ڇنڊي ونڻ وارا آهن. وڏو آيو آهي سيمينٽ جو مالڪ.“ چانهہ چاٽي لڇمڻ چاٽيءَ سان چانهہ جو ڦوڪ هڪ پاسي ڦٽي ڪندي چيو. نندر جوش ۾ چيو ”يار توهين تہ اَسانکي ڦوڪ ئي سمجهندا آهيو. بارُ رکو ٿا اَسانجي مٿي تي، پر ڏيو-ونو ڪجهہ بہ نہ...!“

هوُ ٻڙٻڙائيندو هڪ پاسي هليو ويو. ”هڪ تہ هوءَ پوسي جو ڳنر مٿي تي رکي هلي ويئي، هڪ سيمينٽ جو بارُ.. چاچا ستنام بہ بار وجهي هليو ويو. هاڻ اچي ئي نٿو..!“

مٿي ۽ من تي ڪيترا بار کٽي! هوُ پريشان ٿي هيڏانهن هوڏانهن ڳ همندو رهيو. هُن جي ماءُ پيءُ کي دُکہ هيو. هڪ پٽ مري ويو، ٻيو سِڳهڙ

هو ۽ تيون هي پاڳل ٿي پيو گهمي. ڪم نه ڪرڻ جي ڪري گهر پريوار تي بار ٿي پيو هو...

”اسانجون ڪهڙيون مِليون ٿيون هلن. اِهوئي ڪمائڻ اُهو ئي کائڻ.“ ڇِنو چوندي رهي؛ ”هي ٻئي پيءُ پٽ ڏهاڙي بندا آهن. هي نوان ڪپڙا پائي گهٽين ۾، روڊ تي گهمندو آهي. چڱو ڀلو هوندو هيو. ضرور ڪنهن ڪجهه ڪارائي ڇڏيو اٿس.“

هُن جي آهه نڪري ويئي. ”اَڙي، اگر سڄڻ به جيئرو هجي ها ته ٿنهي ڀائرن جا گهٽ ڏهه ٻارنهن ٻار ته ضرور هجن ها، اڄ اَسان جي اڱڻ ۾ ۽ ٻن سالن ۾ هڪ کان پوءِ هڪ مدد ڪري ها. هيءَ ڇا هِنن جو ڪم ڪرڻ جي عمر آهي؟“

ٻئي ڏينهن خبر پئي ته ڇِنو ڀِلي ۽ نندر ڪي وٺي ڳوٺ ۾ جادوئي تاويز ڪڍڻ واري سياڻي وٽ ويئي آهي.

”پاڇي هوُ ته تمام گهڻو سياڻو آهي. اُتي گرديءَ جو ڪو اَنت ناهي جا ايندي آهي... مار... سؤ سؤ ڪوهن کان ماڻهو ايندا آهن. من جاڻي وٺندو آهي. ڌن جو لوڀي ناهي.“ جسونت جي گهر جو ٻُهارو چوُنڪو ڪندي هوءَ سياڻي جي سارا هه ڪندي ويئي. ”ندر جي باري ۾ پاڻ ٻڌايائين ته هِن کي ڪنهن اَڍائي تاويز وجهي ڇڏيا آهن ۽ ڇاپا به اَٿس. هُن چيو ”ڇهه مهنا آرتوار جو آرتوار چوُنڪي ڀرڻ اچڻو پوندو. هڪ دم ٺيڪ ٿي ويندو.“ هُن اِهو به چيو ته ڇهه مهنن تائين ڪنهن جي گهر جو کاڌو ناهي. اُتي ته جهونو کاڌو کائڻو ٿو پوي. هِنن مهنن ۾ ڪنهنجي جهوٺ نه کائڻي آهي.“

چوڻ ته هوءَ اهو به ٿي چاهي ته ڪنهن هُن کي ڪارائي پنهنجي

هٿن ۾ قابو رکڻ جي ڪئي آهي، پر اِها ڳالهه هوءَ چاڻي واڻي دٻائي ويئي. هڪ ڏينهن گهڻيءَ ۾ نندر جسونت کي مِلي ويو. جسونت کي غصو هيو ته هٿن ۾ قابو رکڻ ۽ ڪجهه ڪار ائڻ جو اَندر ئي اَندر اِشارو ماڻهو اُنهيءَ ڏانهن ڪري رهيا هئا. هوُ ته اِنهيءَ حد تائين سوچيندو هيو ته نندر جهڙي پاڳل کي هُن ڪان سواءِ ٻيو ڪوئي ڪم تي رکڻ لاءِ تيار نه هو. اِنهيءَ ڪري نندر کي سڏ ڪرڻ ڪان سواءِ هوُ گذري ويو.

نندر هُن جي پنيان هلندو ويو. وري پنهنجو پاڻ ئي صفائي ڏيڻ لڳو. ”هي چوَن ٿا ته تنهنجو وهاڻُ ڪرڻو آهي پر تو ۾ ڪو نقص آهي. تو ۾ ڪنهن بابي جو پرواس اَٿيئي. اِنهيءَ ڪري مان جوُتي پالش ڪرائي ڦرندو آهيان.“

جسونت ڪو جواب نه ڏنو. نندر پنيان هلندي هُن جي گهر پهچي ويو. ”هونءَ ته مون ۾ ڪو عيب ڪونهي... وهاڻُ جي چوَن ٿا ته ڪا ٿاپ جي ڇوڪري مِلي، تڏهن ڪرايان. ڪنهن عام ساڻ ڪيئن شادي ڪرايان. اِئين ئي ڪا اهڙي جهڙي منهنجي گلي وجهي ڇڏيندا. هڪُ پادر مان ڪاوان.. هڪُ هوءَ!“

هُن کي گهر آيل ڏسي جسونت ٿورو ڍرو ٿي ويو. سياڻي هٿان ٿيندڙ هُن جي علاج جي باري ۾ پڇيو. هُن سچ سچ ٻڌائيندي چيو ”علاج ڇا هو.. مان ته اُتي سهٽيون ڇوڪريون ڏسڻ ويندو هيس. سنگت گهٽي ايندي آهي. چانهه پاڻيءَ جي سيوا به هلندي رهندي آهي. اَسين به باردي پڪڙي ڪري سنگت کي پاڻي پيئاريندا هئاسين. جڏهن ڇوڪريون پنهنجي پنهنجي گهر هلي وڃن، اَسين به هلي وڃون. اِهو تمام سُٺو ڪم آهي.“

پوءِ وري پنهنجي ٻُجهي اَنداز ۾ آهستي چيائين ”هڪ ڇوڪري اُتي

ايندي آهي... اُنهيءَ جي ذڪر سان سمورو درشيہ سامهون اچي چٽو ٿي ٻيهي ٿو.“

ڇوڪري پنهنجي ماءُ سان ايندي هئي. هُن تي ڪنهن پير فقير جي ڇايا هئي. اڪيلي ڪٿي وِهي تہ هُنڪي ڏندڻ پئجي وڃن. بيهوش ٿي وڃڻ جي بيماري هئي هُنکي. هڪڙي ڏينهن چانهہ جو جڳہ ڪٽي بيٺل سيوادار - زالن جي گرديءَ ۾ چانهہ ورهائڻ جي بدران، هڪ زال کي هُن سيوا ڪرڻ جي لاءِ چيو. ڇوڪريءَ جي ماءُ چيو - ”سيتا پٽ، اُٿي ڪري سنگت کي چانهہ ورهائي اچ. اُن ڏينهن کان پوءِ هوءَ رسوئيءَ ۾ بہ هلي ايندي، چانهہ ٺاهيندي ۽ ورهائيندي هئي. پاٺيءَ جي سيوا ڪندي ننڍر جڏهن هُن جي ڇهري تي نظر وجهندو هو هُن جي نڪ ۾ چمڪندڙ ڪوڪو گرميت پيڻ جيءَ جهڙو لڳندو هو. ڇا هو هُن جي ڇهري ۾ جو لڳاتار هُن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي رهيو هو. ڇا هُن جو ڪجهہ شري ديويءَ سان يا گرميت پيڻ جيءَ سان ملندو هو. هُن کي سمجهہ ۾ نہ ايندو هو. هوُ ٽڪٽڪي لڳائي هُن کي ايندي ويندي ڏسندو هو. جڏهن هڪ ڀيرو هُن جون نظرون سيتا سان مِليون، سيتو حيران ٿي هئي تہ هوُ هُن جي ڇهري ۾ ڀلا ڇا ڳولهي رهيو آهي. سيتو چانهہ جو گلاس ٻني تي رکيو هو. خبر ناهي ڪيئن بي ڌياني ءَ ۾ هُن جو هٿ لڳو، ۽ چانهہ شيلف تي پکڙجي ويئي. سيتو هُن جو پاوَ سمجهي مُرڪي پيئي. هُن جي اکين ۾ اکيون وجهي چوڻ لڳي... ”هاڻ هِنکي ورهائي پي ٿا ڇڏيون...“ هُن ننڍر جي گلاس ڏانهن اِشارو ڪيو تہ هوُ يڪدم گهٻرائجي ويو. سيتو هٿ وڌائي اُن جو گلاس پڪڙي ورتو ۽ بچيل چانهہ پي ويئي. هُن کي حيرت ٿي ۽ جڻ پيرن هيٺان ڌرتي لُڏندي محسوس ٿيس.

”چاچا، هُن منهنجي جوتي چانهہ پي ڇڏي.“ جسونت کي سموري ڳالهہ ٻڌائڻ کان پوءِ بہ هوُ حيراني ءَ جي خُمار مان ٻاهر نہ نڪتو. ”سو ڇا؟ تنهنجي ئي تہ جوٺي هئي، ڪنهن ڪُتي جي جوٺي تہ نہ هئي.“ جسونت هُن کي ڇيڙيو.

نندر کي انِهيءَ سان تسلي نہ ٿي. هُن جي من ۾ اڃان پريشاني هئي. ”او چاچا نہ... اڄ اِئين ئي ڪل ۾ ڳالهہ نہ اُڏائي. مونکي تہ لڳي ٿو تہ هوءَ ضرور جٽن جي ڇوڪري هئي ۽ مان..! وري بہ هوءَ چانهہ پي ويئي ۽ بابي بہ ڇيو هو ڪنهنجو جوٺو نہ کائج.. پيئج.“

اُن ڏينهن کان پوءِ هُن جو منُ هو تہ سڀ وار آرتوار تي وڃن؛ ۽ هوُ اُڏامي سيتو تائين پهچي وڃي. آرتوار ڏينهن هوُ خود سوير جلدي سِنان پاڻي ڪري، ڌوتل ڪپڙا پائي، پڳڙي ٻڌي، پِلي کي جلدي گهر مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ آواز ڏيندو هو. ڇِنو اڄڪلهہ اُنهن ساڻ نہ ويندي هئي. ٻئي ڀائر جوابداريءَ سان گڏ وڃڻ لڳا. گهر وارا خوش هئا تہ هاڻ هوُ نيڪ ٿيندو ٿي ويو.

”جنهن ڏينهن کان تنهنجي گلاس مان چانهہ پيتي آهي، مونکي ڪڏهن ڏندڻ نہ پيا آهن.“ هڪڙي ڏينهن سيتو موقعو پائي جيئن ئي نندر کي ٻڌايو، هُن جي روم روم ۾ ڪرنٽ جي تار وانگر هلچل مچي ويئي. مست اکين سان سيتا ڏانهن نهاريندي چيائين ”توکي هڪ سپنو ٻڌايان.“

”ٻڌاءِ..“ سيتا جي چپن تي مُرڪ ڦهلجي ويئي.

”سپني ۾ اَسان ٻئي هٿ ۾ هٿ وجهي ريل جي لائين سان لڳو لڳہ

هلندا ٿا هلون. تون ضد ڪري چوين ٿي مونکي لائين جي پٽريءَ تي هلڻو آهي. مان چوان ٿو ڪِري پوندينءَ.“

”تون هِتي آهين، تون ساڻ آهين، پوءِ به ڪرندس ڇا؟“

”تون نٿي مڃين. سنڀالي سنڀالي لائين تي پير ٿي رکين. ڪڏهن هڪ پاسي ٿي جهڪين ته ڪڏهن ٻئي پاسي. هوڏانهن، سامهون گاڏيءَ جي ڪوُڪ ٻڌڻ ٿي اچي. تون ٽِرڪي ڪري ڪرندي ڪرندي چلائي اُٿينءَ، مان توکي ٻانهن ۾ ڪٽي ٿو وٺان. زور سان ڀاڪر ۾ ڀري ٿو وٺان. تو چيو ”مونکي اِئين ئي گاڏيءَ هيٺان اچڻ ڏين ها..“ مان توکي اڃان زور سان ڀاڪر ۾ ڀري پنهنجي سيني سان ٿو لڳايان.“

هوءَ مُسڪرائي اڌ ڪليل اکين سان نندر ڏانهن ڏسندي رهي. ”توکي ته تمام سُنو سپنو آيو آهي.“

نندر هُن جي شبدن ۾ سڏار ڪيو. ”آيو ناهي، مون خود آندو آهي.“

هُن ڪجهه به نه چيو. بس مُرڪندي رهي. منهن ۾ ڪجهه ڇباڙيندي رهي.

”ڇا ٿي کائين؟“

”فوٽو... بابا پرساد ۾ ڏنو. کائڻو اٿيئي ڇا؟“ هُن منهن ۾ جمع ٿيل فوٽن جي کَلَ کي جيپ تي جمع ڪيو، ساڄي هٿ جي آڱر سان ڪٽي نندر جي ٽِريءَ تي رکي. نندر جي ٽِري کي منهن جي سامهون ڪري پنهنجي جيپ سان کلون ڪٽي ورتيون. ڏندن سان کَلُنَ کي پيسيندي هوُ سيتا ڏانهن نهارڻ لڳو. اُن شام هوُ گهڻو خوش هو ۽ خوشيءَ سان جسونت ڏانهن نهارڻ لڳو.

دل جي ڳالھہ ھوُ جسونت کي رازدار نموني ٻڌائي سگھيو. اڳيان ستنام بہ اچي ويٺو ھو. ھوُ جسونت جي واتان نندر ۾ آيل بدلاوَ جي باري ۾ ٻڌي ڇُڪو ھو. ھُن شرارت سان پڇيو ”ھاڻ پائي نندر سنگھہ، مان تہ ساھي جي چِني کٽي آيس. وھانءُ جون تياريون ڪريو. ھُن جي گھر وارن تہ اڃان ھڪ مھنو پوئتي ٽاڙڻ جي ڪئي. شري ديويءَ چيو مونکي چا ٻڌي ڪري وھانءُ ڪرائيندا؟ ھوڏانھن ڇوڪرو ھٺ کان نڪري ويو تہ...“

نندر ھُن جي ڳالھہ جو جواب نہ ڏنو. ستنام وري ٻيھر زور وجھي پڇيو ”اوءِ چئين ڇو نٿو ڪجھہ؟“

”چاچا، ڇوڪرو ھٺ مان نڪري ويو سمجھو.“ ھُن ھٿ تي ھٿ ماري تاڙي وڄائي.

ستنام بہ ڪوُڙي غصي واري اَنداز ۾ چيو ”ڏس پائي، تنھنجي لاءِ ھيءَ ڳالھہ سُٺي ناھي. ھيتري دير مونکي وچواري جو ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪيئہ. ھاڻ مونکي ڪوڙو نہ ڪجانءِ... توکي ھاڻ ھِن سان وھانءُ ڪرائڻو ئي پوندو.“

نندر وڏي سادگيءَ سان چيو ”تہ پوءِ نيڪ آھي. ھُن ساڻ بہ وھانءُ ڪري ونندا سين. ھوءَ گھر ۾ روٽي پاڻيءَ جو ڪم ڪري ونندي.“ ھن ڀيري ھُن جي آواز ۾ شرارت ٽپڪي رھي ھئي.

ھڪ ڏينھن پنھنجو پاڻ ھوُ جسونت جي گھر ۾ ڪم ڪار لاءِ اچي ويو. ”ماءُ پيءُ کان بہ پڇي ونين ھا. بي معنيٰ گھر ۾ ڪاڏو ڪائڻ سان وري تنھنجي اَندر پوت نہ سوار ٿي وڃي.“

جسونت جي شڪايت جو جواب ھُن خود ڏنو ”چاچا، نندي ھوندي کان ئي ھِن گھر جي روٽي ڪائيندو ٿو اچان. چاچي چوندي آھي تہ روٽيءَ

ڪان سواءِ گذارو ناهي. ڪسينس تہ شور مچائيندي آهي تہ هاڻ تون بہ پِليءَ جيتريون روٽيون ڪائڻ لڳو آهين. مون سوچيو، وهانءُ تہ هُن ڇوڪريءَ سان منهنجو ٿي ئي ويندو... پر وهانءُ تي خرچ بہ تہ ايندو. وري هُن کي روٽي بہ تہ ڪارائڻي پوندي. ڪمائي ڪريان، تڏهن ڪجهہ بڻبو. پر چاچا هڪ شرط آهي.‘‘

جسونت اکين سان شرط ڄاڻڻ لاءِ حامي ڀري. ’’وِهانءُ جي ڳالهہ جيسين تائين پوري نٿي ٿئي تيسين تائين هر آرتوار تي مونکي موڪل ڪپي... بابي وٽ وڃڻ لاءِ. اَڳيان پنيان پلي وڏيڪ ڪم ڪرائي ونجو.‘‘

’’بابي وٽ يا ببيءَ وٽ وڃڻ لاءِ؟‘‘ جسونت ڇيڙيس.

’’هلو، اِئين ئي صحيح.‘‘ هُن کي ڪوئي اعتراض نہ هيو. شام جو گهر ويندي پت سان لڳل هڪ گربر ڏسي چوڻ لڳو ’’هي گربر مونکي ڪٽي وڃڻو آهي. پنيان وارو ڪونو نيڪ ڪري ونندا سين.‘‘

ڇنڇر ڏينهن هوُ پنهنجي ڌوتل خميص پينٽ هٿ ۾ کڻي آيو. جسونت جي گهر واريءَ کي چوڻ لڳو ’’چاچي، پنهنجي پريس لڳائيِ ڏي... مونکي ڪپڙا پريس ڪرڻا آهن.‘‘

’’صبح جو آرتوار آهي نہ...!‘‘ جسونت جي زال مُرڪي ڏنو.

’’نہ چاچي، صبح تہ وارُ ناهي. صبح تہ ميلو آهي.‘‘ هُن ٺهڪ لڳائي شرارت ڪئي. هوُ سومر ڏينهن ڪم تي آيو تہ ڪجهہ وساميل هو. ڪالهہ واري پريس ڪيل پينٽ خميص هُن پاتي هئي. جسونت ور ور ڪري هُن کان اُداسيءَ جو ڪارڻ پڇيو پر هوُ پنهنجي ڪم ۾ لڳل رهيو.

ڪالهہ سينو جي ماءُ هُن کي هڪ پاسي وٺي وڃي پيار سان پڇيو

”پٽ نندر سنگهہ... تنهنجي ذات برادري ڪهڙي آهي؟“

نندر هُن جي منهن ڏانهن سوالي نظرن سان ڏسندو رهيو. ”منهنجو مطلب آهي تہ تون جٽ ئي آهين نہ؟“ سيتا سنگت ۾ پري ويٺي هُن پاسي ڏسي رهي هئي. نندر جي من تي گهڻو ڪجهہ لکيلهڪ ئي پوڇي سان مِٽجي ويو. هُن جواب نہ ڏنو. سيتا جي ماءُ وري ساڳيو سوال پڇيو. ٺٺل آواز ۾ هِن پيري هُن جي منهن مان نڪتو ”جٽ آهيون اَسين... گوتر آهي اَسانجو ديئول... مان مِنتوُ...“ هُن جي زبان ڏڪڻ لڳي... ”مان مِنتوُ ديئول آهيان....“ چوڻ سان هُنجي زبان تارونءَ سان وڃي لڳي.

”چا روئڻ جهڙو منهن ٺاهيو اَٿئي اوءِ...“ هِن پيري جسوَنت لاڏ سان هُن کي چڙيو.

”چاچا... رؤنڊ ماري ويو.“

”چا... ڪنهن ماريو رؤنڊ؟“

”رب ماريو... جو نيتي ءِ چِنو جي گهر جنم ٿيو.“ ايترو چئي هوُ سُڏڪا پري روئڻ لڳو.

ايندڙ آرتوار ڏينهن هُن کي موڪل نہ هئي. سِڌو ڪم تي اچي ويو.

